# جئن جئن تپي ڏينهن

(سنڌ جي سياسي، ثقافتي ۽ سماجي مسئلن تي
ڪيل تقريرون)

امان اللّه شيخ

ڇپائيندڙ

مهراڻ پبليشرس - ڪراچي

پهريون ڇاپو: 1999ع
ڪتاب جو نالو: جئن جئن تپي ڏينهن
ليکڪ: امان الله شيخ ايڊوڪيٽ
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي
ڇپائيندڙ: مهراڻ پبليشرس ـ ڪراچي

ملهه: 40 رپيا

ملڻ جا هنڌ
ڪتاب سپر مارڪيٽ، فرسٽ فلور اصغر پلازا
پاڪستان چوڪ لاڙڪاڻو
عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ سکر
ڪاٺياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي

## سنڌاءُ

# جانباز قومي ورڪر

جناب ذوالفقار علي ڀٽي ۽ جناب جي- ايم- سيد جي باري ۾ سنڌ جا ڪي حلقا چاهت جي رومانوي عقيدت رکندڙ آهن، ته ڪي وري ٻنهي شخصيتن جي سياسي عمل جي نتيجن کي اڏو رکندي بلڪل مختلف سوچ رکن ٿا.

وقت گذرڻ سان گڏ جيئن جيئن سنڌي سماج تي انهن ٻنهي شخصيتن جي سياسي عملن جي نتيجن جي گهرائي سامهون ايندي ويندي تيئن تيئن انهن ٻنهي شخصن جي باري حتمي راءِ ٻه جڙندي ويندي.

ذوالفقار علي ڀٽي پنجابي فوج جي پاران پاڻ کي عطا ٿيل اقتداري مرتبي جي وفادارين جي اظهار لاءِ سنڌ جي قوم پرستن کي ايذائڻ جي انتها ڪري ڇڏي هئي. هُن پنهنجي اباڻي حلقي ۾ وڏيڪ بهادريءَ جو مظاهرو ڪندي قومپرستن کي جهڪائڻ جو ڪارنامو سرانجام ڏيڻ لاءِ فضيلت جا سڀ ليڪا لتاڙي ڇڏيا هئا. ذوالفقار علي ڀٽي جي ان مهم جوئيءَ ۾ هڪ اڏول ڪردار سامهون آيو، سو امان الله شيخ هو.

ان وقت امان الله شيخ سنڌ جي شاگرد قومي سياست جو روح روان بڻيل هو. ڪيس ٿاڻي ڪلچر جا سڀ ايذاءَ سنڌ سان سندس سٻنڌ کي ٽوڙي نه سگهيا ته بدزمانه پوليس ڪاموري ايس پي پنجيل، امان الله شيخ کي جهڪائڻ واسطي ٿاڻي ڪلچر ۾ ايذائن جا ڪيترا نوان طريقا ايجاد ڪري ان تي آزمايا پر هو هر حال ۾ اڏول رهيو. سندس اها اڏولتا آئنده جي سنڌ ۾ ڪيس جانباز ورڪر جي حيثيت ۾ وٺي آئي. سندس شخصيت جو ڏيرج ۽ فهم ان جانبازيءَ سان سلهاڙجي سنڌ جي قومي سياست ۾ ڪميٽيڊ روپ اختيار ڪري ورتو.

امان الله شيخ ان حيثيت ۾ هر سياسي محاذ تي سنڌ جي ڀلي لاءِ هر وقت اونو رکيو آهي. سنڌ جي ڀلي لاءِ جيڪو ٻه سياسي عمل

شروع ٿيو آهي، اتي هُن پاڻ کي هر اول دستي ۾ شامل رکيو آهي.

بدقسمتيءَ سان سنڌ جي سياسي وايومنڊل ۾ ڪنهن به مضبوط پارٽيءَ جي نه اڀرڻ ڪري ڪيترن سچارن سياسي ورڪرن جي خدمتن جو لاڀ ڪاميابين جي صورت ۾ هن قوم کي نه ملي سگهيو آهي. تنهن هوندي به دشمن جنهن حرفت ۽ عياريءَ سان سنڌي قوم جي تباهه ڪاريءَ جا هر وقت سامان تيار ڪندو رهيو آهي، اهڙي سمي انهن سچارن ورڪرن جون اڀريون سيريون انفرادي يا اجتماعي ڪوششون دشمن جي سرگرمين لاءِ بند ٻڌنديون رهيون آهن.

سنڌ جي لاءِ هڪ مضبوط سياسي پارٽيءَ جي ضرورت تڪميل جي گهرجائو آهي ۽ اها جڏهن به سامهون آئي ته پڪ سان امان الله شيخ جهڙن سچارن قومي ورڪرن جون خدمتون ان ۾ پيش پيش هونديون.

تيستائين هو خاموش تماشائي بڻيل ناهي رهيو بلڪ هڪ ڪميٽيڊ قومي ورڪر جي حيثيت ۾ هو سنڌي سماج جي سيني رخن تي دانشوراڻي نظر به رکندو آيو آهي ته وري سنڌ جي قومي تحريڪ جي لاهين چاڙهين ۽ سياسي اٿل پٿل جو بغور مطالعو به ڪندو رهيو آهي. ڪيس جڏهن به موقعو مليو آهي ته هن پنهنجي ان مطالعي ۽ مشاهدي جي نتيجن کي سنڌي قوم جي شعور آڏو رکيو آهي.

هن ڪتاب ۾ مختلف وقتن تي ڪيل سندس اهي تقريرون شامل آهن جيڪي هن سنڌ جي شعور سان مخاطب ٿي ڪيون آهن. هنن تقريرن ۾ جتي سنڌ جي سياسي، ثقافتي ۽ سماجي مسئلن تي روشني پوي ٿي اتي قومي تحريڪ ۾ ٿيندڙ غلطين جي نشاندهي به سامهون اچي ٿي. اهڙي طرح گهٽ هنڌن تي سنڌ ۽ سنڌواسين لاءِ سندس درد ۽ ڪرب اوتجي آڏو اچي ٿو.

اميد آهي ته هي ڪتاب سنڌ جي نوجوانن لاءِ قومي تحريڪ سان بي لوث وابستگيءَ جو محرڪ ڪتاب ثابت ٿيندو ۽ نوجوانن کي آئنده سنڌ جي تعمير ۾ سنيالي قدم کڻڻ جي رهنمائي پڻ ڪندو.

**نور احمد ميمڻ**
چيئرمين سنڌيڪا اڪيڊمي

# اڄ ۽ ڪلھ

مخدوم بلاول ادبي سنگت پاران پريس ڪلب لاڙڪاڻي
12- 3- 1987ع ۾ ناماري شاعر "حليم باغي" سان
گڏجاڻي ۾ ڪيل تقرير

پيارو!

مان اڄ هتي ڏاڍي نهٺائي، نماڻائي ۽ نمرتا سان شاعرن، اديبن، ڏاهن ۽ سڄاڻ شخصيتن آڏو گذارش ڪيان ٿو تہ هر ڪنهن پيلاري پونءِ جو چانور جنهن جا پير پنهنجي ڌرتي تي کُتل آهن ۽ سندس وابستگي ديس واسين سان آهي، ان لاءِ ائين ئي سمجهيو وڃي تہ اهڙي هَر مهان ۽ ارڏي انسان جون پاڙون پاتال ۾ پوريل آهن.

هر هڪ منش جي مَن ۾ هڪ مهيءَ ولوڙ سدائين متل هوندي آهي ۽ ان مهيءَ ولوڙ منجهان ئي سياسي ڪارڪن، شاعر، اديب اڌما ڏئي نڪرندا آهن ۽ سڄي سنسار لاءِ سک ۽ سلامتي جو سنيهو ڪڻي ڏاڍ جي ڏونگر- کي ڏاري وڃهندا آهن. مون کي ياد نہ ٿو پوي تہ مون ڪاٿي ۽ ڪهڙي ڪتاب ۾ پڙهيو هيو تہ "ماضي، مستقبل جي ياد آهي ۽ مستقبل، ماضيءَ جو اميد ۽ آسرو. مون کي اهي سٽون مَن ۾ ايڏيون تہ پيهي ويون جو اڄ تائين وساري نہ سگهيو آهيان. مان وَرجائي ورجائي انهن جملن جي معنيٰ سمجهڻ لاءِ هيل تائين جُهد ڪندو پئي آيو آهيان. هن مهل تائين جيڪو ڪجھ سمجھ ۾ آيو اٿم ان جو ڇيد يا ڇنڊڇاڻ هيئن ڪئي اٿم:

"انسان جي من ۾ مستقبل جي آسن ۽ اميدن ماڻڻ جي ماڳ لاءِ هڪ وڏو اوتارو ٺهيل آهي، جنهن ۾ اهڙو تہ ساز رکيل آهي جنهن جي مٿان ماضي جي دز چڙهي ويل هجي. ۽ جڏهن انهيءَ ساز کي ڪنهن اڻ لِکن آڱرين

سان ڇيڙي سجاڳ ڪيو ويندو آهي ته سڄي پولار ۾ هلچل مچي ويندي آهي. اها هلچل منهنجي نظر ۾ ڪنهن نه ڪنهن انقلاب ۽ اُٿل جي علامت بڻجي پوندي آهي. انهيءَ ساز منجهان نڪتل تمام ڇوهائي سان سُر، انساني جبلت ۾ سانپيل نندِ وڏائي، پستي ۽ بلنديءَ تي اثرانداز ٿين ٿا. اهو انسان سيني ويچن ۽ وٿين ڪي دائمي طور متاثر لاءِ سانباهو ڪري ٿو. ڇو ته ان ساز جي وجت جي ڪري انسان هڪ اگهور ننڊ مان ڇرڪ ڀري سجاڳ ٿي پوي ٿو. سچ پچ ته اهڙي سجاڳي جو احساس قومي ڪارڪنن، اديبن ۽ دانشورن ۾ پاڻ ويتر وڌيڪ ٿئي ٿو جنهن ڪري مَنجهن ڏاڍ، ڌهڪاءَ ۽ جبر جي ڀيڙن ڪي وسائڻ لاءِ اتساهه پيدا ٿئي ٿو. جيڏي مهل اهي انسان ذات جا خيرخواهه ۽ سڄڻ هٿ ۾ هٿ ڏئي انهيءَ آتشڪدي ڏي وڌن ٿا ته اهي سيئي ڄڀيون ۽ اُلا ٿڌا ٿي وڃن ٿا. پر انهن شعلن ۾ جبر ۽ تشدد جا طرفدار ۽ رکوالا به وڃي ڦهڪو ڪن ٿا- صدين جون بدبودار ريتون ۽ رسمون جيڪي انسانن جي ڳچين ۾ طوق بڻجي پيل آهن سي پرزا پرزا ٿي وڃي پٽ پون ٿيون."

هونئن به اڄ شاعرن، اديبن ۽ دانشورن جو ڌهاڙو ۽ ڪچهري آهي. باقي مان پڻ ڪارڪنن وانگر هڪ سنڌ شيوڪ بڻجي سدائين هنن ميڙن ۾ ڪجهه پرائڻ لاءِ ايندو آهيان. انڪري جو اسان ڪي نِنڍپڻ کان جيڪا سُتي سيني ۾ سمايل آهي ان ۾ هڪ وکر اهڙو به ڏنل آهي جنهن جو نالو آهي بغاوت. جيئن هن باد ڦرنگ ۽ ڪوڙهيل سماج لاءِ ڪو دائمي دوا، دارون ۽ درمل ڪري سگهون. سو سائين منهنجا مون به پڌو ته حليم معنيٰ نياز ۽ نئڙت، ۽ باغي معنيٰ ته بغاوت. سي ٻئي ڄڻا يعني "حليم باغي" هڪ جاءِ گڏ ٿيا آهن. ان ڪري مناسب ڄاتم ته سندس سلام لاءِ وڃان. ۽ حليم باغي سان نه رڳو مڪاميلو ڪري اچان پر انهيءَ بغاوت جي علامت خاطر ڪجهه نذراني لاءِ به ڪنيون وڃان.

ساٿيو!

برنارڊ شا جو چوڻ آهي ته "شاعري هڪ باهه آهي جا انسان جي اندر ۾ ڀڙڪي رهي آهي، جيڪا جلائي ٿي، گرم ڪري ٿي ۽ روشني ڏئي ٿي." مون وري برنارڊ شا جي سون ۾ تورڻ جهڙن الفاظن جو پيڇو ڪيو ته اياز بيٺو ٿو چوي:

ڪڏهن، ڪڏهن مون سوچيو آهي، مان آهيان سا لاٽ،
ٻُجهي ٻُجهي جا ٻرندي رهي، ڪُٺي نہ جيسين رات.

۽ وري ائين ڪونهي تہ پاڻ ٻرندا ۽ وسامندا اڳتي وڌندا هلون تا تہ ڪنهن تي ڪو تڏو تورو تا ڪيون پر هتئون تنوير عباسي جي واتان ٻُڌون تہ هيءُ آلاپ نڪري ٿو:

ڏاهو توڙي ڀورو، ماروئڙن ڪي شال وٽان
ساهہ ڏيان ٿو ساٿ لئہ، ڪنهن تي ناهي تورو
ماروئڙن ڪي شال وٽان ....

دوستو!

سنڌي ادب ۽ سنڌي ماڻهو هن وقت جنهن چومڪي گهيري ۾ ورتل آهن سو لونءَ ڪانداري وجهي ٿو ۽ ان لاءِ مان هتي ايڊمنڊ برڪ (Edmund Burke) جون هي سٽون ڏُهرائڻ ضروري سمجهان ٿو:

When ever a Separation is made between liberity and Justice; neither in my opinion is safe.

(جڏهن بہ آزادي ۽ انصاف جي وچ ۾ جدائي ٿئي ٿي تہ نہ آزادي سلامت رهي ٿي، نہ انصاف ۽ نہ منهنجي راءِ.)

ورهاڱي کان پوءِ تہ سنڌي ٻوليءَ سان جيڪو ماٽيلي ماءُ وارو سلوڪ ڪيو ويو آهي ۽ جيڪو انياءَ ۽ آزادي ڦرڻ سان گڏوگڏ وئل ۽ ڪيسَ ڪيا ويا آهن ان جو انت اڄ بہ ڪونہ ٿيو آهي. سنڌ ۾ سنڌي اديبن، شاعرن، دانشورن اڻ هوند ۽ نراسائي ۾ بہ پنهنجا پير پختا ڪري اڳتي وڌڻ لاءِ جيڪا جاکوڙ پئي ڪئي آهي سا هڪ سجاڳ ۽ سجاڻ قوم ۾ جيئڻ ۽ جاڻڻ جي اڻ کٽ علامت آهي. ڇو تہ اسان وٽ تہ اديب، شاعر ۽ قومي ڪارڪن يا دانشور هئڻ جو مطلب ئي آهي بک، بيروزگاري ۽ ڇڪتاڻ جنهن جو ڳڻي ڳڻهي آخر ڪاڄ ٿيڻو آهي. مان هتي توهان آڏو سجاڳ قومن جو مثال پيش ڪيان ٿو: جڏهن ٻي مهاڀاري جنگ ۾ هٽلر، سويٽ يونين سان ڪيل هڙئي اصولن ۽ لکتن کي ميساري، روس ۾ آدم بوءِ آدم بوءِ ڪندو ڪاهي پيو. ۽ ڇوڏاري وسنديون ۽ واهڻ ويران ۽ پٽڙيانگ ڪندو وڌندو پئي آيو تہ حڪمرانن سڄي ملڪ جي اديبن،

شاعرن، دانشورن ۽ ليکڪن کي جنگي علائقن منجهان ڪڍي محفوظ جاين تي وڃي پهچايو. ۽ جڏهن انهي بہ اکيائي جي ورتاءَ جو سويٽ يونين ۾ چڙپول ٿيو تہ اسٽالن وراڻيو: ”سڄو ملڪ سڙي رک ٿي وڃي تہ ان کي وري بہ آباد ڪري سگهجي ٿو، پرهي اديب، شاعر ۽ دانشور سڄي پورهيت انقلاب جو قيمتي ورثو آهن تن کي بچائڻ جڻ تہ انقلاب جي حفاظت ڪرڻ برابر آهي.“

مان وري سنڌ ڏي اچان ٿو تہ سنڌي شاعر ۽ اديب ۽ دانشور سدائين جبر ۽ انياءَ خلاف پنهنجي قلم ڪان احتجاج جو ڪم وٺندو پئي آيو آهي. ان لاءِ هتي اياز جي هڪ لکٽي بنيادي طور تي نهکي اچي ٿي.

”جڏهن جبر وڌي ويندو آهي،
تڏهن شاعر کي علامت جو سهارو وٺڻو پوندو آهي،
علامت، شاعري جي زره آهي،
علامت اهو نقاب آهي،
جنهن مان شاعر جي اکين مان آگ ٻرندي نظر ايندي آهي.“

مون جيڪو بہ هيل تائين سنڌ جي شاعري کي پڙهيو آهي تہ سڄي اتهاس ۾ مون کي ٽي وصفون ڇانيل نظر اچن پيون سي آهن:

احتجاج- پيار- اميد

انهن ٽنهي وصفن ۾ پيار جو مان متانهون رهيو آهي، ڇاڪاڻ تہ پيار- اميد، آسري ۽ احتجاج جو ساٿي، سرواڻ ۽ سونهون رهندو آيو آهي. ائين چوڻ ۾ بہ وڌاءُ ڪونهي تہ پيار بنان جيئڻ جنجال آهي ۽ وري پيار جي پاتال ۾ پهچڻ لاءِ سُور سهڻ لازمي آهي. مان هتي جڏهن پيار جي ڳالهہ ڪيان ٿو تہ ڪنهن وينگس جي وارن ۽ ڪنهن سونهن جي ديوي جي ڪارين ڪڪوريل اکڙين جي ساراهہ ڪرڻ جي ابتڙ هِن پلاريءَ پون ۽ سورن سختين جي سيڪاٽيل ماروئڙن ۽ سڄي آدم ذات جي خير خواهہ جي حيثيت ۾ احوال ڪيان ٿو.

پائرو!

مون انهن ٽنهي وصفن کي اڳيان رکيُ جڏهن حليم باغي جي

شاعري کي پڙهيو ته اهو ئي احتجاج، پيار ۽ اميد جو اڻ کٽندڙ سلسلو نظر پئي آيو.

هي ته ڏسو حليم ڇا ٿو احتجاج ڪري:

هي ڌرتي رت اوڇارن سان، اڄ ٿامي وانگر ٿڙڪي ٿي،
۽ پوري پوري پونءَ مٿان، ڪا باهه ڀنڀڙڪا ڀڙڪي ٿي،
ٿو ڪُک ۾ ڪَپ ڪرڙات ڪري، ڪاڳولڻي هڏ سان ٿڙڪي ٿي.

نه سائين اڃان به اڳتي وڌي سڄي جَهان لاءِ ۽ سنڌ لاءِ احتجاج ٿو ڪري:

"ڇئو ڪنهن جو ناهي جيءُ جُهريو، هي ڪارو قتل عام ڏسي،
هَر ماءُ رنو ٿي پار ڪڍي، ڪنڌ بندوقن جي لام ڏسي،
هر ڀيڻ جي دل بيروت بڻي، هي وک وک تي ويٽنام ڏسي،
اومير وڏيرا! اوپير وڏيرا، پر تنهنجي هٿ ۾ جام ڏسي،
هر سنڌي جاڏند ٽٽجي ويا، ۽ ٽانڊا تارا بڻجي ويا.

۽ وري اميد جو آسروند ۽ ڪانڪي بڻجي ٿو:

"اٿ سانباها ڪرمقتل ڏي، ٿو ساري رت شهيدن جو،
ڏس ڪارونجهر جي ڪور مٿان، آ ايريو سج اميدن جو،
اولاد لڏائي ڇڏٽو آ، بي لڄارن بي ديدن جو،
هن ڌرتي تان دوقاڙڪبو، هاٽي پاڙو ڇڙ پليدن جو،
هن جُوءِ جا وارث جاڳي پيا، ۽ ديس دلارا بڻجي ويا.

*

جي جيون تو ۾ سنڌ نه آ، پوءِ منهنجي توڪان دوري آ،
هي جيون جيون آهي ڇا، ڪٿ جيل ۽ وِهُ ڪٿ سوري آ،
هن ڪاڪ منڊل کي ڌاهيندي، ڪنهن آس نگر جا ساٿ سٿيون.

۽ پيار ته ڏسو هن ڪان وڌيڪ ٿي سگهي ٿو ڇا:

رت ديس! تنهنجي راهه ۾، ڦڙو ڦڙو جو وَهي وڃي،
منهنجو نصيب نهي وڃي ۽ تنهنجو به قرض لهي وڃي.

مان هيل تائين حليم ـ باغي جي ساراهه جون سُرڪيون ٻريندو آيو آهيان ڇو تہ سندس خوبين، ڀلاين ۽ محنت جو مُٽ ڪَنين تار آهي. ان ساراهه جو هڪ ٻيو بہ مکيہ ڪارڻ آهي تہ منهنجي اندر ۾ ڪيلاش پربت کان بہ وڏيڪ وسيع ۽ اوچو ويساهه آهي تہ سنڌ ڪي سڄي سنسار لاءِ امن ۽ انسانيت جي ڀلائي جو پيامبر بڻجڻو آهي.۽ ياد رکو تہ ان لاءِ اسان کي بہ ڏسڻو پوندو تہ اسين جيڪي ڪجهہ اڄ آهيون سو ان لاءِ آهي تہ ڪالهہ ڇا هئاسون. هونئن بہ انسان ذات جي ڏکن ڏاکڙن جو علاج ڊگهن وعظن، نصيحتن، زٽن، فسيٽن، سهڻن ۽ سيبتن اکرن جي جوڙجڪ واري منترن ۾ سمايل ڪونهي. پر وڏ ۾ وڏ علم، ڄاڻ، سڄاڻ ۽ ان تي عمل ڪرڻ سان آهي. ڇو تہ انهي ۾ اسان جو ڇوٽڪارو آهي.

ان ڪري اڄ تہ هٿ ۾ هٿ ڏئي اڳتي وڌون ۽ حليم جي چواڻي تہ:

اڄ سنڌو ماءُ جي ڳل لڳي، هر باغي پئي تي هيئن چيو،
مان ڪُسجان تنهنجي .راهن ۾، منظوري آ ـ منظوري آ.

چڱو ڀائرو موڪلائڻي ڪانهي
سنڌ سلامت ـ باغي سلامت

(مخدوم بلاول ادبي سنگت لاڙڪاڻي پاران
"حليم باغيءَ" سان ڳنڍجاڻيءَ ۾ ڪيل تقرير)
12-3-1987ع

# سَهپ ۽ اَنا

سنڌ ڌرتي جا دانشورو ۽ قومي ڪارڪنو!
جيئي سنڌ!

لاڙڪاڻي جي مردم خيز ڌرتي جنهن جي مهڪ پريل متيءَ مان اڄ تائين آزادي ۽ انسان ذات جي ڀلائي لاءِ ارڏا ۽ اڻ ٽر انسان پيدا ٿيا آهن ۽ ٿيندا رهندا. اوهان سنڌ جي ڏاهن، دانشورن ۽ قومي ڪارڪنن جو هتي گڏجڻ ۽ ميزباني جي شرف بخشڻ لاءِ مان ۽ منهنجا ساٿي، توهان سڀني جا ڀال ۽ ڀلايون وساري نه سگهنداسون.

ساٿيو!
"سنڌي ماڻهن جي ٻڌي" لاءِ هيءَ چوٿين گڏجاڻي آهي. اوهان سڀني کي چٽي طرح ياد هوندو ته پهرين گڏجاڻي ۾ اسين هڪ نقطي تي سهمت ٿيا هئاسون ته سنڌ، تواريخ جي انتهائي نازڪ ايامڪاري مان گذري رهي آهي ۽ اڃا ته گڏجي سنڌ بچايون. "مان سمجهان ٿو ته سنڌ جو ٻچو ٻچو، ٻڌوٻار، نر ۽ ناري چوڏس چوڌاري سنڌ جي مٿان ٿيندڙ سياسي، سماجي ۽ اقتصادي يلغار جي ڪري متفق آهن ته سنڌ تواريخ جي انتهائي نازڪ ايامڪاري مان لنگهي رهي آهي. ان ڪان پوءِ هُنڻ ائين گهُربو هيو ته اسان سڀني کي عملي طور هڪ گڏيل ايڪتا لاءِ پنهنجي پوري توانائيءَ سان پاڻ ارپڻ واري سهڪاري جذبي سان سونپيل ذميوارين کي نڀائڻ لاءِ تمام چوهائيءَ سان ڪم ۾ جُنبي وڃڻ کپندو هيو. پر جنهن ڍنگ ۽ ڍانءَ سان اسان سڀني کي اڳتي وڌڻ گهُربو هو ان ۾ جيڪڏهن "سُستي ۽ ٽڏائي" جا لفظ هتي شامل ڪيان ته ان ۾ وڌاءُ نه ٿيندو ۽ ائين به ڪونهي ته هن مهل تائين ڪجهه پيش رفت ڪانه ٿي آهي.

منهنجا بزرگو ۽ پيارو!

اڄو ته اسين انهن اوگڻن ۽ غلطين کي ڳولهي لهڻ لاءِ ٻه ڄڻن ڪيون جنهن ڪري وقت مٿ ۾ جهليل واريءَ وانگر وهندو وڃي پيو ۽ پاڻ وقت کي پنهنجي منشا مطابق هلائي نه سگهيا آهيون. مان 17 جولاءِ واري ڪراچيءَ ۾ ٿيرين گڏجاڻي جي حوالي سان هيل تائين هڪ سنڌ شيوڪ جي حيثيت ۾ جيڪا چند چاڻ ڪئي آهي ان جو تت هيٺن تي بيٺو آ ته جنهن ماڳ ماڻڻ لاءِ سيئي وقت ٻه وقت گڏبا رهيا آهيون سو اڄان تائين اکين کان اوجهل آهي ۽ ائين ته ڪونهي ته ڪا وٿ ۾ کوٽ آ. يا تارازي ۾ ڪاڻ آ؟ منهنجي خيال ۾ ته "کوٽ" ٻه آ ۽ "ڪاڻ" ٻه آ. ۽ اها کوٽ آهي "سهپ" جي ۽ ڪاڻ آهي "انا" جي. ڇو ته هن مهل تائين اسان ارادن ۽ عزمن جي ڳالهه ورجائيندا ته آيا آهيون پر پاڻ کي سنڌ جي ناتي سان جيڪو سهپ ۽ رواداري جو ورتاءُ هڪ ٻئي سان ڪرڻ گهرجي سو ٿيرين گڏجاڻي کان نه هئڻ جي برابر نظر پئي آيو آهي. ههڙن مبارڪ موقعن کي گهٽي پاڳي نفسياتي ۽ ذهني لڙائيءَ جو آکاڙو بڻايو ويو آهي جنهن ۾ طعنن، ٽُنڪن ۽ بهتان بازين جا وڏ ڦڙا وسايا ويا آهن. اتي پهچڻ کان پوءِ سوال ايري ٿو ته آخري ائين ڇو؟ ته "ڪاڻ" پڌري ٿي پئي. اسان سيئي انائيت پرستي جو شڪار گهٽي پاڳي ٿي ويا آهيون. ۽ اوهان ڏسندو ته اسان انهيءَ انائيت پرستي ۽ پاڻ پڌائڻ واري پوائنٽي مرض ۾ ايترو ته گهيرجي ويا آهيون جو نظرين ۽ آدرشن جي نالي ۾ ڄڻبا پٽ پئي پوي جنهن جا اگرا نتيجا ويجهڙائي ۾ نڪتا آهن جو ٿر ۾ ٿرٿلون مچي ويو. ۽ ويچارا اٻوجهه ٿري وات ڦاڙيون حيران ۽ پريشان سياسي ڪارڪنن جا ڪارناما ڏسي رهيا هئا.

رفيقو!

مان هِن گڏجاڻي ۾ وينل ڏاهن، دانشورن ۽ قومي ڪارڪنن جي مُنهن تي سنڌ جي ڀلائي ۽ خوشحاليءَ خاطر ڪيل جدوجهد جي ڪري ڀَيل ريڪائن ۽ اندر ۾ مَن اڇل کان ڀلي ڀت واقف آهيان. ۽ ڪنهن جي ٻه نيت تي شڪ، وهم ۽ گمان لاءِ سوچي ٻه نه ٿو سگهان، ڇو ته اوهين سڀ سنڌ جي ڇوتڪاري لاءِ پاڻ پتوڙي رهيا آهيو ۽ سيئي هن ڌرتيءَ جا دادلا ۽ ڌرتيءَ جاوا آهيو. اوهان منجهان هر ڪنهن هِن پون لاءِ سور

سختيون ۽ صعوبتون سَٺيون آهن.

منهنجا ڀائرو!

اوهان سنڌ جي ايڪتا، آزادي ۽ انسان دوستيءَ جو تِياسُ جيڪو پنهنجن ڪُلهن تي ڏسي وائسي کنيو آهي ان ۾ سڄي سنڌ جون نظرون کُتل آهن: جن مان هڪ ڌُر اوهان سان سهڪار ڪرڻ وارن جي، ٻي ڌُر ٽوڪ زني ڪرڻ وارن جي ۽ ٽين ڌر ڪٽر مخالفن جي آهي. هاڻي اهو اوهان جي ڏاهپ، عقلمندي ۽ دانائي تي ڇڏيل آهي ته توهان پنهنجن طرفدارن ۽ ساٿين جو انگ ڪيئن وڌائي سگهو ٿا. ان لاءِ مان هن مانائتي ميڙ آڏو هڪ ننڍڙي تجويز رکان ٿو سا هيءَ آهي ته اچو ته اسين "سهپ" کي سونهون بڻائي، اندر ۾ ويٺل "انا" جي اجگر کي ماري مُڃ ڪري، هَٽُ هَٽَ ۾ ڏئي اڳتي وَڌئون، جيڪي رنل آهن تن کي پرچايون ۽ جيڪي پري ويٺا آهن تِن کي ويجهو آڻيون. باقي ٺلهن، سکڻن اخباري بيانن ۽ مطالبن جي ويل گهڻو ڪري وهامي وئي آهي. ان ڪري جانبو! اچو ته سنڌ واسين جي دَرن تي ميڙ ٿي هلون. لطيف سائين جي چواڻيءَ:

> ڪِنهن جنهن نينهن لَڏاءَ، جي مون واجهائيندي نه وَرو،
> جيڪي مُئي ڪَنداءِ، سو جانب ڪيو جيئري.

دوستو!

سنڌ هِن اوکي ويل جنهن خلفشار ۾ گهيريل آهي، اهڙي گهڙيءَ اوهان جو هتي گڏجي ويهڻ ۽ چرير تي، سنڌ واسين جون آسائتيون اکڙيون کُتل آهن. ان ڪري اوهين انهن آسائتين اکڙين جي اميدن کي پورو ڪرڻ لاءِ ويچن ۽ وٿين کي وساري ڇڏيو ته اهو لاڀائتو ڪارج ٿيندو. مان ته هتي اِها به وينتي ڪندس ته هيل تائين جيڪي ڪجھ وهيو واپريو آهي ان کي سنڌ جي پيڙيل، مجبور ۽ مسڪين ماڻهن جي مُهابي درگذر ڪيون، ۽ هڪ ٻئي سان ڪشاده دلي وارو ورتاءُ ڪندي، هڪ ٻئي کي سرچايون ۽ غير ضروري مسئلن ۽ مونجهارن ۾ ڦاسڻ کان پاڻ کي پاسيرو ڪيون. نه ته ياد رکو! تواريخ جو بي رحم ۽ ڪٺورتا ڀريل قلم اسان سيني لاءِ جيڪا راءِ لکندو ان کي سوين سمونڊ به ڌوئي نه سگهندا.

مان وري به آخر ۾ اوهان سيني سنڌ جي سڄڻن جو ٿورائتو آهيان

جو توهان سنڌ سيتا جي هِن پلاري پون تي قربائتا قدم گهمايا آهن. ۽ سچ پچ ته بيوس، حيدر، حسام الدين، نياز ۽ سام جي جنم پوميءَ کي مان بخشيو آهي.

مان، هن نهٺائيءَ ۽ نماڻائي پريل عرضداشت جي پڄاڻي ته نه چئجي پر شروعات لطيف سائين جي لات سان ڪيان ٿو:

اَچا تو منجهان، ڪَڪَ چُتي رتُ نِڪري!
مُنهن ۾ محبوبن جا، ڪِئن جهلينديس ڳهاءَ؟
سو تون ڪُڄاڙيا، سِڪَڻَ جون سَڏون ڪرين؟.

مهرباني، لَکَ لائق
جيئي سنڌ
جيئي لطيف

"سنڌي ماڻهن جي ٻَڌي" لاءِ لاڙڪاڻي ۾
تي ٿيل ڳڏجاڻي ۾ مرحبائي تقرير.
1987-9-26ع

# سنڌ جو پروميٿويس

پيارا ۽ آيل مهمانو!

مان اوهان جو ٿورائتو آهيان ته توهان مون کي هتي ويهاري مَان ۽ محبت جي ورڪا ڪئي آهي.

پر هتي اسين ڇا جي لاءِ گڏ ٿيا آهيون سو هڪ سوال آهي. انهيءَ سوال جو سولو ۽ نه پڻ جواب آهي ته ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻي جو جنم ڏينهن ملهائڻ، واڌايون ڏيڻ ۽ سَرهائي جو اظهار ڪرڻ لاءِ ميڙاڪو ڪيو آهي. مان ان کان انڪار ڪونه ٿو ڪيان ته پاڻ سڀني جي محبت جو مرڪز سوڀي جي ذات آهي. پر ساڳي سوال سان لاڳاپيل هڪ ٻيو به ڪارڻ آهي ته مَن ۾ هڪ اڻ تڻ، ڪونس پٽائي ۽ ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي مند فڪري به ڪنيون آيا آهيون.

اصل ۾ اها مند فڪري ۽ اڻ تڻ، فطرت پنهنجن ٻين الاهي سارن اسمن سان انساني اندر ۾ سانيي ڇڏي آهي. ان ڪري جيڪو انسان اڻ تڻ ۽ مُندَ فڪري کي پنهنجو سونهون بڻائي ٿو، ان جي من ۾ هورا ڪورا وڌي وڻ ٿئي ٿي، ۽ اها هورا ڪورا ڪيس ٻين تائين رَسائي جو حوصلو ۽ همت عطا ڪري ٿي. پوءِ اهڙو انسان غير فطرتي ناهيل سنگهرن کي سنڌآئتا ڏک هٽڻ لاءِ اٿي بيهي ٿو جنهن کي هڪ لفظ ۾ بغاوت چئي سگهجي ٿو.

مان هتي انهيءَ بغاوت جي حوالي سان يوناني ديومالا جي هڪ ڪردار پروميٿويس جو ذڪر، بغاوت جي وضاحت ڪرڻ لاءِ ضروري سمجهان ٿو. يوناني ديومالا ۾ آهي ته پروميٿويس اصل ۾ ديوتائن جو لاڏلو ۽ دل گهريو دادلو هيو. پر انهي لاڏلي، حضرت انسان کي پهريائين قدرت جي لڪل خزاني منجهان باهه ٻارڻ جو هُنر سيکاريو. باهه جهڙي قيمتي

خزاني جي ظهور تين تي ديوتائن منجهان خداوند زيوس. پروميٿويس تي سخت ڏمرجي پيو ۽ حڪم ڏنو ته کيس سنگهرن ۾ سوگهو ڪري، جبل جي چوٽي تي قابو ڪري. متائنس ڳجهه کي ڇڏيو وڃي. انهي ڳجهه تي ذمو رکيو ويو ته پروميٿويس جي جگر کي سڄو ڏهاڙو ٽڪيندي ۽ پٽيندي رهي جيستائين باغي پنهنجي غلطي تي پشيماني ڪندي معافيءَ جو طلبگار ٿئي. اها نامراد ڳجهه سڄو ڏهاڙو سوگهي تيل باغي جي جگر کي ٽُڪيندي رهي پر رات جي پيٽ ۾ هُوء وري نو بنو ٿي ويندو هيو. اهو باغي سڄو ڏهاڙو اهڙي عذاب ۾ پيڙا منجهان لنگهندي به اُن ميڻ، پڇتائڻ ۽ جهڪڻ کان نابري واري وينو. ائين سمجهجي ته پروميٿويس جو ڪردار بغاوت، چاڻ، پختي عزم ارادي ۽ اصول پرستي جي علامت آهي. اهڙي ريت ڪتابي زندگي ۾ پروميٿويس جو ڪردار مون لاءِ نه رڳو متاثر ڪندڙ رهيو آهي پر "بغاوت"، "ارڏائپ ۽ اٽتر" بڻجڻ واري هستي لاءِ جيئري جاڳندي حياتي ۾ ووڙائو رهيو آهيان. ڇو ته انساني مَن جنهن به ڪردار جو نقش يا گهاڙيٽو پنهنجي ذهن ۾ سٿيندو آهي، ان جي عام زندگي ۾ ڪٿي نه ڪٿي چرندڙ ڦرندڙ اهڃاڻ ۽ علامت ملي پوندي آهي.

ساٿيو!

مان به اڄ کان چوٿائي صدي کن اڳ جيئري جاڳندي پروميٿويس سان مليو هيس. ۽ ان رفاقت ۽ اڪير جو اهڙو ته پيچ اٽڪيو جو اڄ تائين سندس سدا بهار سحر جي ڪشش منجهان آجو ٿي نه سگهيو آهيان. اهو ڪردار يعني بغاوت، چاڻ، پختي عزم ۽ اصول پرستي وارو جيئرو پروميٿويس آهي سوڀو گيانچنداڻي، جنهن کي سندس 72 هين ورهيه ۾ پير پائڻ تي واڌايون ڏيڻ لاءِ گڏ ٿيا آهيون.

هن جيئري جاڳندي پروميٿويس يعني سوڀي گيانچنداڻي اڄوڪي ڏينهن 3 مئي 1920ع تي سنڌ جي سندر سيتا موهن جي دڙي جي آمهون سامهون هڪ ننڍڙي ڳوٺ ٻنڊي ۾ اک کولي. هن مَهان انسان ان وقت بغاوت ڪئي جڏهن اپڪنڊ ۾ ۽ خاص ڪري سنڌ ۾ علم حاصل ڪرڻ جو مقصد ناهوڪي نوڪري هٿ ڪرڻ، ذاتي عيش و آرام لاءِ ماڙيون محل، باغ بستان ناهڻ هيو. اها بغاوت ئي سندس جيالپي جي علامت بڻجي اُسري ۽ هن پنهنجي جمار انسانيت جي ڇوٽڪاري ۽ نجات لاءِ ارپي

ڇڏي. اهڙي ريت سوڀو سچو ڪرانتڪاري، سچو سامي واد، پڪو سنڌ شيوڪ ۽ انسانيت جو خيرخواهه ليکجڻ لڳو. جنهن ڪري جتي به قومي تنگ دلي ۽ انساني ذهن ۾ سوڙهه ڪانه هئي/ آهي اتي سوڀي کي محبت ۽ انسانيت جو ڪانگي ۽ سفير ليکيو ويو. ڇو ته آدرشي انسان بڻجڻ لاءِ قومي ڪٽر پڻ جا ليڪا اورانگهڻ به ضروري آهن. سوڀو جڏهن انسانيت جي انهي معراج کي ڇهڻ لڳو ۽ ڳوٺ ۾ وسرام ڪري اچي وينو ته به انسانيت جي ناتي ۽ رشتي سان جيڪو پيچ اٽڪايو هئائين ان ڦاٿل دام ۾ ڪيئي قرب جا سڪايل وٽس پيا پيرا ڪندا هئا.

ڳپل ورهيه اڳ جي ڳالهه آهي ته ميان محمود علي قصوري، لاڙڪاڻي اچي رهيو هيو. ڪنهن دوست پڇيس:

"ميان صاحب ڪاڏي ويجو پيا؟"
"لاڙڪاڻي وڃان پيو"
"موهن جو دڙو ڏسڻ وڃو پيا ڇا؟"
"نه! مان ته موهن جي دڙي کان به عظيم ۽ اتم انسان سان ملاقات ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو آهيان"
"ڪير آ؟"
"اهو آتئه ڪامريڊ سوڀو."

مون کي جڏهن ڪامريڊ لاءِ، سنڌ جي سوڀي لاءِ، محمود علي قصوري جهڙي برڙباڪاس پنجابي جي واتان انهن گفتن جي خبر پئي ته لطيف سائين جو بيت هيئين تي هرڻ لڳو:

پلي ڄائي مارئي جنهن مارو ملهايا

مهربانو!

مون هن انسان کي ويجهو ويهي ڏٺو آهي ته سندس مَن جي مندر ۾ جيڪڏهن پوڄا جي ڪا مورتي رکيل آهي ته ان جو نالو سنڌ ۽ سنڌ جا ماڻهو آهن. ڇو ته هن عظيم آدرشي انسان ڪڏهن به اباڻا ڪک ۽ سنڌ ڇڏڻ لاءِ پلجي به ويچار ڪونه ڪيو.

ورهاڱي کان پوءِ هڪ اردو دان فرعون صفت C.I.D ڪاموري گهرائي چيس:

"سويا ملڪ چڏي ويچ"
"هي سنڌ منهنجي جند ۽ جنم ڀومي آهي ڇو ڇڏي وڃان"
"ڇو ته مان توکان نفرت ڪيان ٿو"
"سبب ؟" ڪامريڊ پڇيس. چيائينس: "تي آهن"
"هڪ ته تون ڪميونسٽ آهين
ٻيو ته تون هندو آهين
۽ ٽيون تون سنڌي آهين"

ڪامريڊ چيس: مون کي پهريان ٻه سبب ته سمجھ ۾ اچي ويا پر ٽيون سبب ته ڇا سنڌي ٿيڻ به ڏوهه آهي؟
وراڻيائينس: هَا ڏوهه آهي ۽ تون وڏو ڏوهَاري آهين.

ڀائرو ۽ معزز مهمانو!
اڄ اسين جنهن آدم بوءِ واري ڪيفيت منجهان لنگهي رهيا آهيون اها اوهان ۽ اسان کان ڳجهي ڪانهي. هن شڀ گهڙي تي جڏهن سيئي ڪامريڊ کي واڌايون ڏيڻ لاءِ گڏ ٿيا آهيون ته هن موقعي تي تلخ، ڪوڙيون ۽ ڪساريون حقيقتون به بيان ڪرڻ مناسب سمجهان ٿو.
سنڌ سموري دهشت گردي جي ٻٽي گهيري ۾ يعني نسل پرستن ۽ وڏيرا شاهي ۾ قاتل آهي. شهر ڏي وڃون ٿا ته سرڪاري نسل پرست بندوقون، ڀالا ۽ ڪلاشنون ڪنيون هاءِ دوس مچائي رهيا آهن. ٻي پاسي ٻهراڙين ۽ ننڍن شهرن ۾ وڏيرا شاهي ۽ ڌاڙيل شاهي جو راڄ ۽ بول بالا آهي. اوهان جون سياسي جماعتون گهٽي ڀاڳي طبقاتي منافقت ۽ عوام دشمن مصلحت پسندي جي ڏٻڻ ۾ قاتل آهن. ڇو ته انهن لاءِ ڇٽي ڇوتڪاري جي راهه وٺڻ گناهه ڪبير بڻجي چڪو آهي. اوهان جا چونديل نمائندا ارچڪ مرچڪ ڌاٽا ڏرچڪ جي راند رچائي رَهيا آهن. سنڌ جي عوام کي سُورن ۽ عذابن ۾ ڇاٽندي به بيخبر ۽ لاپرواهه بڻيا وينل آهن. ان جو مطلب ته سنڌ جو سماج بغاوت جي دونهين دکي ٻيڙ ٽيڻ جي اوسيڙي ۾ آهي. ان ڪري اڪيلي سر بغاوت ڪرڻ کان بهتر آهي ته گڏجي بغاوت ڪيون. اها بغاوت آهي ذهني اوسر ۽ شعور جي.

ساٿيو!

اوهان اڄ بہ ڏسندؤ تہ ڪامريڊ سوڀو سنڌ ۾ هن اپڪنڊ جو جيئرو جاڳندو پروميٿويس سنگهرن ۾ سوگهو آهي ۽ اڄ بہ عقل ۽ انسانيت جا دشمن ۽ ويري سندس چوڌاري هنبوڇيون هڻي، پنهنجا خوني چنبا تکا ڪرڻ ۽ ڏکهين فسيٽن ۽ لباڙن ۾ پورا آهن. پر هي سنڌ ۽ انسانيت جو همدرد پرانهون افق ۾ آجپي جي باڪ ڦٽڻ جي اوسيئڙي ۾ بغاوت تان هٿ کڻڻ لاءِ تيار ڪونهي.

منهنجي زاءِ ۾ تہ ڪامريڊ جي سالگرهہ تي ان کان وڌيڪ کهڙي شرڌانجلي پيش ڪري سگهجي ٿي تہ اچو تہ وچن ڪيون تہ انهي باڪ ڦٽڻ واري بغاوت لاءِ هڪ ٻئي سان ساٿ ڏيون.

مان هھڙي ساٿ ۾ پاڻ کي سَرهو ڀانيان پيو ۽ موڪلاڻي کان اڳ بغاوت بابت البرٽ ڪامو جا هي سَون ۾ تورڻ جهڙا لفظ وَرجايان ٿو:

I rebel! There fore exist.

(مان باغي آهيان، ان ڪري جيئرو جاڳندو آهيان)

چڱو موڪلاڻي ڪانهي
سنڌ سلامت سوڀو سلامت

(ڊسٽرڪٽ ڪائونسل هال لاڙڪاڻي
۾ مهمان خاص طور پڙهيل تقرير)
3 مئي 1992ع

# پارٽي ۽ ڪارڪن

بلوچستان قومي وحدت جا چونديل صاحبو،
صَدر جلسہ، بزرگ ساٿيو ۽ دوستو!

اڄ، هڪ جمهوري طريقي ۽ اتفاق راءِ سان چونديل بلوچستان قومي وحدت جي ساٿين ۽ ڪارڪنن سان مخاطب ٿيڻ نہ رڳو پنهنجي لاءِ عزت ۽ مَان جو باعث سمجهان ٿو، پر پاڪستان نيشنل پارٽي جي مرڪزي آرگنائزر جي حيثيت ۾ پڻ فخر محسوس ڪيان ٿو تہ، مون اوهان سيني ساٿين سان گڏجي پارٽي جي نئين سِر تنظيم سازي جو پروگرام هِتي ڪوئٽيا ۾ گذريل گڏجاڻي ۾ ٺاهيو هيو ۽ جنهن تي عمل جي شروعات بلوچستان کان ٿي آهي. بلوچستان ۾ جنهن نموني جمهوري عمل جي روايتن جي اوهان پاسباني ڪئي آهي، تنهن اهڙين مخالف ۽ غير جمهوري قوتن کي مايوس ۽ نامراد ڪري ڇڏيو آهي جن جي ذهن ۾ هڪ غلط فهمي گهرڪري وئي هئي تہ مير صاحب بزنجي جي وفات کان پوءِ پارٽي دفن ٿي وئي. ۽ ڪُجھ اسان جي مهربانن کي تہ ائين بہ چَوندي ٻُڌو ويو هيو تہ مير صاحب جي تدفين سان گڏوگڏ اسين پارٽي کي بہ دفن ڪري آيا آهيون. پر اوهان ساٿين ثابت ڪري ڏيکاريو تہ شخصيتون تہ اچڻيون وڃڻيون آهن پر تواريخ ۾ اتم شخصيتن جا ڪردار ۽ محنتون وِسارڻ جوڳيون نہ آهن، جنهن ڪري اسين سڀ مير صاحب جي ڪردار ۽ جفاڪشي کي سونهون بڻائيندي پنهنجي منزل ۽ مَاڳ ڏانهن وَڌي رهيا آهيون.

منهنجا ڀائرو!
ڪالھ کان وٺي لڳاتار اجلاسن ۾، سياسي تقريرن ۾: مرڪز ۽

قومي وحدتن جي وچ ۾ ڇڪتاڻ جي صورتحال. پاڙيسري ملڪن جهڙوڪ: افغانستان، ايران ۽ انڊيا سان لڳ لاڳاپن ۽ اڪيچار بين الاقوامي مسئلن ۽ مونجهارن تي جنهن مدبرانه ۽ دانشمندانه نموني سان ساٿين چنڊڇاڻ ڪئي آهي. ان ڪان وڌيڪ مون وٽ ڪجهه به ڳالهائڻ لاءِ ڪونهي. ۽ مون ته حَقّي ڪري سنڌن تقريرن منجهان گهڻو ڪُجهه پرايو آهي. ها باقي هڪ ساٿي پنهنجي تقرير ۾ جيڪو جذباتي ڍنگ اختيار ڪيو اُنَ ڪيترن ڪارڪنن ۽ همدردن کي تعجب ۾ وجهي ڇڏيو. اهڙي جذباتي ماحول ۾ نئين چونڊيل صدر نواب اسلم رئيساڻي ۽ جنرل سيڪريٽري بسم الله ڪاڪڙ جنهن برداشت ۽ بردباري جو مظاهرو ڪيو آهي، ان لاءِ پنهي صاحبن ۽ پنڊال ۾ ويٺل ساٿين کي مبارڪباد ڏيڻ کان سواءِ رَهي نه ٿوسگهان. هونئن به جمهوري قدرن جي پاسباني خاطر اسان کي پنهنجن ساٿين جي تلخ لفظن کي ٻڌڻ ۽ سهڻ جي شڪتي ڌارڻ ضروري آهي. باقي هتي سوال اُڀري ٿو ته آخر اهڙي غير منطقي ۽ رڳو جذباتي صورتحال اوچتو ساٿين ۾ ڇو ٿي پيدا ٿئي؟ ان لاءِ مون وٽ سولو ۽ آسان جواب آهي، ته پارٽيءَ جي بنيادي جوڙجڪ ۽ سٽاءَ ڏانهن عدم توجه هئڻ. ان لاءِ مان اوهان جي اجازت سان پارٽي ۽ ان جي جوڙجڪ ۽ سٽاءَ بابت ڪجهه پيرائتي نموني ڳالهائڻ گهران ٿو.

ساٿيو!

هڪ قوم پرست، روشن خيال، ترقي پسند ۽ سامراج دشمن پارٽيءَ جي منطقي بنيادن تي ڍانچو ٺاهي عوامي ڌارا سان ڳنڍڻ واسطي هيٺين ريت رٿا بند ڪرڻ گهرجي:

1. نظرياتي جوڙجڪ
2. تنظيمي جوڙجڪ
3. تعليمي جوڙجڪ

مان پنهنجي سمجهه آهر ڪوشش ڪري هر هڪ نقطي جي مختصر نموني وضاحت ڪندس، ۽ ان ۾ پاڪستان نيشنل پارٽيءَ جي پرک ڪندو ويندس، ته جيئن خبر پئجي سگهي ته اسين ڪيستائين اڳتي وَڌي آيا آهيون. ۽ پنهنجين خوبين، خامين، چڱاين ۽ لڱاين جي اپٽار به ٿي ويندي ۽ اڳتي لاءِ رٿا بندي به ڪري سگهبي.

1- **نظرياتي جوڙڪ:** دنيا جي هن گولي تي جيڪا بہ جاندار وٿ آهي. ان ۾ فطرت هڪ اهم عنصر رکيو آهي. جنهن کي سوچ، ويچار ۽ سمجھ چئي سگهجي ٿو. انهي سمجھ يا سوچ ۾ بالادست حيثيت صدين جي اڻانگي سفر کانپوءِ جنهن جاندار وٿ حاصل ڪئي ان کي "حضرت انسان" چئجي ٿو. انهي حضرت انسان بہ جڏهن ڪٽنبي زندگي گذارڻ جو طريقو ايجاد ڪيو تہ ان ۾ گڏيل مفادن تي رهڻ جو منجهس احساس پيدا ڪيو. ۽ گڏيل مفادن ۽ احساس سندس دماغ ۾ جنهن اڻ ترڻ کي جنم ڏنو. ان کي اوهين "نظريو" "Idea" چئي سگهو ٿا. جڏهن انسان ۾ سياسي، سماجي ۽ معاشي شعور جو واڌارو ٿيڻ لڳو ۽ هزارين ورهين جي جدوجهد کان پوءِ پارٽين ناهڻ جو تصور جوان جماڻ ٿيڻ لڳو تہ پارٽين لاءِ پيڙھ پٿر جي حيثيت هڪ نظريو ۽ نظرياتي جوڙجڪ ليکجڻ ۾ آئي. اوهان پيرو ڪٽندؤ تہ پارٽين جا توهان کي نظرياتي نقطہ نگاہ کان بہ رخ نظر ايندا. هڪ اهڙو جيڪو روشن خيالي، سهپ ۽ رواداريءَ جي بنيادن تي پنهنجن قومي حقوقن جي نظرياتي جدوجهد جو پيامبر بڻيل نظر اچي پيو. ٻيو رخ سموري دنيا جي انسانن کي ڪيڙا مڪوڙا سمجهندي ڦرلٽ، مارڌاڙ، ڪوس ۽ قتلام کي جائز ۽ حقي سمجهي پيو. اهڙيءَ طرح ٻهرين رخ واريءَ ڌرکي اسين انسانيت جا دوست، ساٿي ۽ مهربان سڏي سگهون ٿا. ۽ ٻي ڌر کي جديد دؤر ۾ سامراج چيو وڃي ٿو.

هاڻي انهيءَ نظرياتي وضاحت کي آڏو رکي. پاڪستان نيشنل پارٽيءَ جي نظرياتي جوڙجڪ جي ڇنڊڇاڻ ڪبي تہ پي- اين- پي اوهان کي ملڪ جي نظرياتي پارٽين مَنجھ انهن سيني خوبين سان ٿمٽار نظر ايندي- جنهن کي اجوڪي دؤر ۾ قوم پرست، ترقي پسند، روشن خيال ملڪ ۾ مظلوم ۽ محڪوم طبقن جي ترجماني ڪندڙ ۽ سموري دنيا جي پيڙيل انسانن جي پرچارڪ پارٽي نظري ايندي. ڇو تہ اهي بنيادي اصول پي- اين- پي جي نظرياتي جوڙجڪ سان لاڳاپيل آهن. مان اجان بہ وضاحت ڪندو هلان ۽ فخر سان چئي سگهان ٿو تہ پي اين پي نہ رڳو روشن خيالي جي ترجمان آهي، پر انتها پسندي ۽ مهم جوئي جي سياست کي پڻ هاڃيڪار سمجهندي، سيني ذرين ۽ طبقن کي ياڻپي، برادري هڪبئي

جي حقوقن جي بحالي ۽ احترام جي طرفدار پڻ آهي. ڇاڪاڻ ته انتها پسندي کهڙي به شڪل ۾ هجي ان لاءِ دنيا جو دائرو سوڙهو ۽ تنگ ٿيندو وڃي پيو. ٿورن لفظن ۾ ته هن خطي ۾ پي اين پي جي نظرياتي جوڙجڪ قومپرست، ترقي پسند، روشن خيال ۽ سامراج دشمن بنيادن تي ٽيل آهي. جيڪا هن دؤر جي انقلابي پارٽي چئي سگهجي ٿي.

2- **تنظيمي جوڙجڪ:** اها ڳالهه هنئين سان هنڊائڻ جهڙي آهي ته اسان سڀني انسان ذات جي خيرخواهن جي اندر ۾ نيڪي ۽ ڀلائيءَ جا ڪيترائي اُدما ۽ ارادا اُٿندا رهن ٿا ۽ ادمن کي رٿا بنديءَ سان چنڊچاڻ ڪري بيهارڻ کي نظريو چئجي ٿو. پر انهن اُدمن ۽ ارادن کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ ۽ عوام آڏو پنهنجي نظريي کي پيش ڪرڻ لاءِ هڪ ترتيب جي ضرورت هوندي آهي. ۽ ان ترتيب کي تنظيم سازي چئبو آهي. ان ڪري ياد رکو! ته ڪا به پارٽي جنهن جا انسان ذات جي ڀلائيءَ لاءِ تمام نيڪ ۽ ايماندار ارادا هجن، پر جيستائين اُها پارٽي پنهنجن ارادن کي تنظيم سازيءَ جي وسيلي عام راءِ تائين نه ٿي پهچائي ته اها سموري جدوجهد نه هئڻ جي برابر آهي. هاڻي اسان پاڪستان نيشنل پارٽي کي ٻئي نقطي تي پرکڻ جي غير جانبدارانه ڪوشش ڪنداسون، ته صاف پيو نظر اچي ته توهان وٽ عوام لاءِ هڪ شاندار ۽ جامع نظرياتي پروگرام ته آهي، پر هِن مهل تائين عوام ۾ سهڪار حاصل ٿي نه سگهيو آهي. ان جو بنيادي ڪارڻ سائنسي بنيادن تي تنظيم سازيءَ جي ڪوت هئڻ آهي. انهيءَ ڪوت جو سدائين ذڪر، پارٽيءَ جو سربراهه ۽ انسانيت جو هڏ ڏوکي مير غوث بخش بزنجو مرحوم به ڪندو هيو. سندس لفظن ۾ ته "اوهان وٽ هڪ جامع نظرياتي پروگرام ته آهي، پر اوهان وٽ تنظيم سازي جي ڪوت آهي. جنهن ڏينهن اوهان سنجيدگي سان تنظيم سازيءَ ڏانهن ڌيان ڏنو ته عوام اوهان سان سهڪار ڪندو."

ان ڪري تنظيم سازيءَ بابت سمجهي ڇڏيو ته جيئن انساني جسم لاءِ تنتي سرشتو مکيه مرڪز جي حيثيت رکي ٿو. تيئن هڪ پارٽيءَ لاءِ تنظيم سازيءَ کانسواءِ ڪجهه به ڪونهي. انهيءَ تنظيم سازيءَ لاءِ ڪارڪن پارٽيءَ جو ورثو هوندا آهن. اسان سڀني کي جيڪڏهن سچي دل سان تنظيم سازي ڪرڻي آهي، ته پارٽيءَ جي ڪارڪنن کي پيار،

عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏسڻو پوندو.

اوهان وٽ تنظيم سازيءَ جي کوٽ آهي. جنهن ڪري بلوچستان ۾ يا ملڪ جي ٻين حصن ۾ انتها پسند ۽ مهم جوئي سياست جا پوئلڳ ڇانئجي ويا آهن.

3- **تعليمي جوڙجڪ:** مان هن معزز ايوان آڏو ٻن نقطن جو اظهار ڪري آيو آهيان. ۽ هن نقطي بابت عرض ڪندس ته هي نقطو يعني تعليمي جوڙجڪ مٿي وضاحت ڪيل ٻنهي نقطن جيترو اهم ۽ خاص آهي. هن نقطي جي وضاحت سولائيءَ سان هيئن ڪري سگهجي ٿي ته ڪابه پارٽي جيڪڏهن نظرياتي پروگرام ۽ تنظيم سازي رکي ٿي، پر پنهنجن ڪارڪنن کي نظرياتي تعليم سان مسلح نه ٿي ڪري ته اُن جا ڪارڪن پارٽيءَ سان جذباتي لڳاءَ جي ڪري ته ڪجهه وقت هلي سگهندا، پر جيستائين نظرياتي پروگرام جي رٿا بنديءَ سان کين تعليم نه ڏبي ته اوستائين کين ذهني ڇڙواڳن جا ٽولا چئي سگهجي ٿو. هاڻي مثال طور پاڪستان نيشنل پارٽي جو پروگرام آهي ته سيني قومن، مظلوم ۽ محڪوم طبقن جي حقن جي پاسباني ڪرڻ، قومي جمهوري انقلاب لاءِ ڪوشش وٺڻ ۽ سامراج دشمن حڪمت عملي اختيار ڪرڻ. جيڪڏهن ٿڌائيءَ سان ليکو چوکو ڪبو ته اسان ڪڏهن به سنجيدگي سان پنهنجي پروگرام کي ڪارڪنن وٽ تبليغ ۽ تعليم وسيلي پهچائڻ جي ڪوشش ڪانه ڪئي آهي. جنهن ڪري اوهان وٽ اهڙا آگرين تي ڳڻڻ جهڙا ڪارڪن ۽ ساٿي آهن، جيڪي تعليمي نقط نگاهه کان پارٽي پروگرام بابت ڄاڻ رکن ٿا. ان ڪري تعليمي جوڙجڪ ڏي ڌيان ڏيڻ ضروري آهي. ان لاءِ اسين ڪوشش ڪيون پيا ته جيئن مرڪز ۾ اوهان جي نئين باڊي چونڊجي اچي ته سڌيءَ سان رٿيل تعليمي پروگرام به ان جي حوالي ڪري سگهجي. ان ڪري اسين پڙهيل ڳڙهيل اديبن ۽ دانشورن جو هڪ پئنل ٺاهي رهيا آهيون ۽ چونڊن کان پوءِ سُٺت ئي پارٽي پروگرام کي تعليم وسيلي پکيڙڻ جو ارادو آهي.

منهنجا يائرو!

اوهان جيڪڏهن ڏسندؤ ته هن ملڪ جي سياسي ماحول ۾ جيڪا

عدم اعتماد، ڇڪتاڻ ۽ بدامني جي ڪري ڪِٿ فضا ڇانيل آهي، ان جو مکيه ڪارڻ آهي ته رجعت پرست ۽ عوام دشمن ٽولن سدائين عوام جي خير خواهن کي ڪڏهن به عوام جي ويجهو اچڻ نه ڏنو آهي ۽ سدائين کين ملڪ دشمن ۽ غدار سڏي بدنام ڪيو ويو آهي. پر تواريخ جي هن سفر ثابت ڪيو آهي ته مستقبل، عوام دوست انسانن جو آهي ۽ انسانيت جا خيرخواه ۽ دوست اوهان آهيو. هن مَهل مهم جوئي انتها پسند سياست جي نمائندن سنڌ ۾ بدامني، ڦرلٽ، اغوا ۽ خون ريزي جو ماحول پيدا ڪري سنڌي عوام ۾ هراس ۽ دٻپ پکيڙي ڇڏيو آهي. هتي بلوچستان ۾ به فسادن ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي. جنهن جو تازو مثال ڪوئيٽا ۾ ٻَه ٽي ڏهاڙا اڳ فسادن ڪرائڻ جي ڪوشش ڪرڻ. پنجاب ۽ پختون خواه ۾ سياسي عدم استحڪام جو هراس پکيڙيل آهي.

ان ڪري پاڪستان نيشنل پارٽيءَ جي ساٿين مٿان هن ماحول ۾ اڃا به وڌيڪ ذميواري اچي ٿي ته پنهنجن صفن ۾ نظرياتي، تنظيم سازي ۽ تعليم سازي سان پاڻ کي مسلح ڪري عوام کي دٻپ، هراس ۽ بداعتمادي جي ڏيڍ منجهان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪيون.

مان اوهان سيني ساٿين جو شڪر گذار آهيان ته اوهان مون کي هيڏو مَانُ بخشيو آهي. مان اوهان سيني کي وري به آخر ۾ مبارڪون ڏيان ٿو ته اوهان جمهوري عمل جي عنصرن کي پارٽي ۾ سڀ کان مٿانهون سمجهندي جمهوري طور چوندبون ڪرايون آهن ۽ بلوچستان کي هڪ چوندبل تنظيم ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهيو. مان موڪلاڻي کان اڳ پارٽي جي نئين چوندبل بادي کي عرض ڪندس ته پارٽيءَ جو قيمتي ورثو ڪارڪن هوندا آهن. تنهن ڪري انهن کي سدائين پيائپي ۽ محبت جي نگاه سان ڏسندا ڪيو ته اوهان جي بنيادن کي ڪير لوڏي نه سگهندو.

مهرباني، لک لائق

نوٽ: هي تقرير پاڪستان نيشنل پارٽي جي مرڪزي آرگنائزر امان الله شيخ بلوچستان قومي وحدت جي چوندبن ٿيڻ کان پوءِ پڇاڙي واري اجلاس ۾ مهمانِ خاص طور 14- 10- 89 تي ڪوئيٽا ۾ ڪئي.

# مهم جوئي ۽ انتها پسندي

بزرگو، يائرو ۽ ساٿيو!

اسان جي محترم قائد، پاڪستان نيشنل پارٽي جي باني ۽ صدر ميرغوث بخش مرحوم 3 آگسٽ 89ع ، مون کي پنهنجي ساٿين سان گڏ ياد ڪيو. مير صاحب، اسان سيني سان پارٽي جي مستقبل بابت ڳالهائيندو رهيو. هو نه رڳو پارٽي جي ٽڙيل پکڙيل ۽ غير منظم حيثيت کي ختم ڪرڻ لاءِ هدايتون ڏيندو رهيو پر هن صدي جي آخر ۾ ۽ ايندڙ پنجاهه سالن ۾ سياسي افق تي ڇا ٿيڻ وارو آهي، ان جو سمورو خاڪو مدبرانه ۽ عالمانه انداز ۾ اسان جي اڳيان رکيو. ان کان پوءِ پاڻ چيائين ته هُو پارٽي جي نئين سِر تنظيم سازي جو فيصلو ڪري چُڪو آهي. اهڙي طرح مير صاحب جن هڪ اهڙي سياسي فيصلي جو اعلان ڪيو جنهن جو مثال اپکنڊ جي تواريخ ۾ ملڻ محال آهي.

هنن مون جهڙي عام ڪارڪن کي پارٽي جو چيف آرگنائزر نامزد ڪندي حڪم ڪيو ته ٽن مهينن جي مُدي ۾ پاڪستان نيشنل پارٽي جي پنجن قومي وحدتن ۾ جمهوري انداز ۾ تنظيم سازي ڪئي وڃي ۽ مرڪزي سطح تائين ترتيب وار انتخابي عمل جي وسيلي نوان عهديدار چونڊيا وڃن.

انهيءَ حڪم مون کي في الحال ته بِذتر ۽ پريشاني ۾ وجهي ڇڏيو. پر جڏهن مير صاحب جن چيو "امان، آءٌ تنهنجي اوسيڙي ۾ هيس ۽ مون کي خاطري هئي ته تون ضرور ايندين. ۽ مون کي پڪو پختو ويساهه آهي ته تو ۾ انهي ذميواري کي اُڪلائڻ جي صلاحيت آهي." مير صاحب جي آٿت ڏيڻ کان پوءِ مون ۾ اعتماد پيدا ٿيو ۽ ڪائنس موڪلائي روانا ٿياسين.

هونئن اسان جي وهم ۽ گمان ۾ به ڪونه هيو ته چند ڏهاڙن کان پوءِ "بابا" اسان کي ڇڏي اڻ ڏٺل ڏيهه ڏانهن روانو ٿي ويندو.

بهرحال "نال" ۾ ميرصاحب جي تدفين کان پوءِ شام جو اسان جا بزرگ ۽ سينئر ساٿي گڏ ٿيا ته پي اين پي جي تنظيم سازي لاءِ رٿابندي ڪئي وڃي. انهيءَ موقعي تي مون هڪ تجويز رکي: "ميرصاحب جي لاڏاڻي کان پوءِ مان محسوس ڪيان ٿو ته پارٽي ۾ ڪابہ اهڙي ٻِگري ۽ ڳوڙهي شخصيت موجود ڪونهي جيڪا انهي سموري خال کي پري سگهي، ان لاءِ تجويز پيش ڪيان ٿو ته پارٽي ۾ گڏيل قيادت ۽ گڏيل سياست جي اصولن کي ذهن ۾ رکندي ۽ مير صاحب جي آدرشن جي روشني ۾ پارٽي کي نئين سر متحرڪ ۽ منظم ڪرڻ گهرجي. مان سمجهان ٿو ته "بابا" کي ان کان وڌيڪ ڪو بہ خراج تحسين پيش ڪري نہ ٿو سگهجي ته اسان سڀئي گڏجي پاڪستان نيشنل پارٽي کي ايستائين منظم ڪيون جو قومي سياست ۾ جاندار ڪردار ادا ڪري سگهون."

اهڙي طرح 31- آگسٽ 89ع تي ڪوئيٽا ۾ پاڪستان نيشنل پارٽي جي اڳواڻن مرڪزي ڪاميٽي جي ميمبرن ۽ موجوده مرڪزي تنظيمي ڪاميٽي جي ميمبرن جو گڏيل اجلاس ٿيو. اجلاس ۾ ميمبر سازي، ضلعي، ڊويزن ۽ قومي وحدتن تائين چونڊن لاءِ جامع پروگرام مرتب ڪيو ويو ۽ آخري فيصلو ڪيو ويو ته 16- 17 نومبر 89ع تي ڪوئيٽا ۾ مرڪزي قومي ڪائونسل جو اجلاس ٿيندو جنهن ۾ پارٽي جي منشور ۽ دستور جو جائزو ورتو ويندو ۽ مرڪزي عهديدارن جون چونڊون بہ ٿيڻ گهرجن.

ساٿيو!

مان گذريل پنجهتر ڏهاڙن کان ساندهہ سفر ۾ رهيو آهيان ۽ ٽن چئن ڏهاڙن لاءِ پنهنجي اباڻي شهر لاڙڪاڻي ۾ وڃي سگهيو آهيان. اٽڪل 3 ڀيرا بلوچستان جي مختلف شهرن جو دورو ڪيو اٿم. سنڌ جي مختلف ضلعن جو 2 ڀيرا دورو ڪيم. سرائيڪي ۽ پنجاب وحدتن جي ساٿين سان ملاقاتون ٿينديون رهيون ۽ پختون خواهہ جي دوستن سان فون تي لڳاتار رابطو رهيو.

دوستو!

اسان جي ڪيترن ساٿين کي ڄاڻ آهي، پر مان فخر سان پاڪستان نيشنل پارٽي جي قومي ڪائونسل جي سامهون اعلان ڪيان ٿو ته.

4- آڪٽوبر 89ع تي مون ۽ منهنجن ساٿين ڪراچي ۾ مرڪزي آفيس قائم ڪئي آهي. مون کي اميد آهي ته نوان چونڊيل عهديدار مرڪزي دفتر وسيلي ملڪ جي سيني شاخن سان لهه و چڙهه ۾ ايندا.

انهن ادائي مهينن جي مختصر عرصي ۾ مرڪزي آرگنائزنگ سيڪريٽري محترم بي ايم ڪُٽي جي سهڪار سان ٻه عدد پمفليٽ ڇپرائي ورهايا ويا. انهن منجهان هڪ "تعارف نامي" جي صورت ۾ ۽ ٻيو "قومي خود مختياري" جي عنوان سان هيو. ۽ ڪوشش ڪري پي اين پي جي سيني وحدتن کي ڇپرايل مواد پهچايو ويو.

ڀائرو!

هر مهيني جيڪڏهن مرڪزي آفيس منجهان هڪ پمفليٽ خبرنامي جي شڪل ۾ ڪڍيو وڃي، جنهن ۾ پارٽي جي سرگرمين جو پوتاميل، روزمره جي مسئلن تي پارٽي جو موقف ۽ نظرياتي مسئلن تي بحث مباحثو ۽ مذاڪرو وغيره شامل ڪيا وڃن ته اهڙو عمل ايندڙ عهديدارن لاءِ پارٽي کي سگهارو ۽ فعال بنائڻ ۾ لاڀائتو ثابت ٿيندو.

ساٿيو!

بلوچستان ۾ گهٽي ڀاڱي مڪمل طور، سنڌ ۾ ٻه گهٽي ڀاڱي، پنجاب ۽ پختون خواهه ۾ ڪنهن حد تائين ۽ سرائڪي وحدت ۾ رڳو تنظيمي ڪميٽي جي شڪل ۾ پاڪستان نيشنل پارٽي مرڪزي چونڊن کان پوءِ منظم ٿي ويندي.

دوستو!

پاڪستان نيشنل پارٽي سڀ کان پهريائين سرائڪي قوم جو نعرو بلند ڪيو، ۽ انهي خطي ۾ پارٽي جي وڌڻ ۽ ويجهڻ جي وڏي گنجائش موجود آهي پر ان لاءِ اڃا تڪ محنت ۽ شعوري طور اڳتي وڌڻ جي ضرورت آهي.

ڀائرو!

هاڻي اچو ته مير صاحب جي آدرشن جي روشني ۾ موجوده سياسي صورتحال تي نظر وجهون. ڪراچي پريس ڪلب ۾ جنهن جي وڊيو ڪيسٽ موجود آهي جنهن ۾ هنن پيپلزپارٽي جي سيني خامين ۽ ڪوتاهين جي نشاندهي ڪندي گهٽ هاجيڪار (Lesser Evil) طور آءِ

جي آءِ جي مقابلي ۾ پيپلز پارٽي جي حمايت جو اعلان ڪيو هيو. تازو پاڪستان نيشنل پارٽي جي بلوچستان وحدت جي چونڊيل ڪائونسل، تحريڪ عدم اعتماد مهل پيپلز پارٽي جي خامين جو ذڪر ڪندي بہ اصولي طور تي پ- پ جي حمايت ڪئي. اهڙي موقف ڪي نہ رڳو ملڪ ۾ ساراهيو ويو پر پي اين پي جي ٻين قومي وحدتن پڻ پنهنجو پڙاڏو قرار ڏنو.

بزرگو، دوستو ۽ ساٿيو!

آءِ- جي- آءِ ۽ پيپلز پارٽي ۾ گهٽ هاڃيڪار (Lesser Evil) جي نشاندهي ڪرڻ ضروري آهي. هونئن بہ اسان جي پارٽي جو ملڪي سطح تي هڪ ئي راءِ هئڻ گهرجي. ائين چڱو ناهي تہ بلوچستان ۾ اسين پيپلز پارٽي جي حمايت ڪيون، سنڌ ۾ مخالفت ۽ پختون خواه، سرائڪي ۽ پنجاب وحدتن ۾ اجان بہ ڪا ٻي لائين هُجي. اهڙو عمل پارٽي لاءِ سخت نقصان ڪار ثبندو، ڇو تہ پي اين پي هڪ گهڻ قومي پارٽي آهي ۽ ڪنهن مخصوص علائقي يا وحدت جي پارٽي ڪونهي. اوهان جي اڳو مثال آهي تہ اي اين پي جي مرڪزي ۽ سنڌ جي قيادت ۾ ڏار ڏار راءِ ۽ رويو سياسي حلقن ۾ ٺٺولي جي نظر سان ڏٺو وڃي ٿو.

دوستو!

اڄ اسين پنهنجي منشور تي بہ نظرثاني ڪرڻ وارا آهيون، ان لاءِ مان صاف واضح ڪيان ٿو تہ مير صاحب جن مڪمل قومي خود مختياري جا حامي هئا پر هُو مهم جوئي ۽ انتها پسندي جي سخت خلاف هيو. مان هتي انهن نوجوانن کي بہ گذارش ڪندس تہ جوش کان وڌيڪ هوش کان ڪم وٺندي موجوده حالتن کي آڏو رکندي پارٽي لاءِ اهڙو طريقہ ڪار عوام جي سامهون رکن جيڪو سيني ڌرين لاءِ قبول ڪرڻ جهڙو هجي. ۽ اهڙي طرح پنهنجي راءِ کي عوامي ساڃاهہ جي روشني ۾ اڳتي وڌايو وڃي.

ساٿيو!

اڄ جڏهن قومي ڪائونسل ۾ پنجن ئي وحدتن جا ساٿي موجود آهن تہ مان واضح ڪري ڇڏيان تہ مير صاحب جن نئين آئين ساز اسيمبلي ۽ ان ۾ برابري جي نمائندگي جي حمايت ۾ ڪونہ هئا. هنن جي راءِ هئي

تہ دنيا ۾ سينٽ يا ايوان بالا ۾ مساوي نمائندگي ٿيندي آهي ۽ ان جا اختيارِ وڏيڪ هئڻ گهرجن. ان لاءِ مير صاحب جن چيو هيو تہ 73 جي متفقہ آئين ۽ پي اين پي جي پيش ڪيل فارمولا جن کي ايم آر ڊي اتفاق راءِ سان منظور ڪيو هيو. ان ۾ صاف ڄاڻايل آهي تہ مرڪز وٽ رڳو چار کاتا: بچاءَ، پرڏيهي، مواصلات ۽ ڪرنسي رهڻ گهرجن ۽ ٽئڪس اڳاڙڻ جا بہ محدود اختيار هجن جنهن وسيلي اهي چارئي کاتا ڪم ڪري سگهن، باقي سيئي اختيار وحدتن جي حوالي هُجن. اهڙي طرح قومي وحدتون پنهنجي سڃاڻپ سان گڏو گڏ عوام جي خوشحالي جو بنياد رکي سگهنديون. ان لاءِ اجا بہ سولو طريقو آهي تہ اختيار جي ونڊ ورهاست هيٺين سطح تائين يعني وحدتن کان ڊويزن، ضلعي ۽ يونين ڪائونسل ۽ ميونسپل تائين ٿيڻ گهرجي، جنهن کي سياسي زبان ۾ اقتدار جي ونڊ ورڇ (De Centarlization) چئي سگهجي ٿو.

ها۔ جيڪڏهن هرويرو اسان نئين آئين ساز اسيمبلي ۽ مساوات جهڙي رينگٽ ۾ هٿ وِڌو تہ Pandora's Box کُلي پوندي. ۽ پوءِ وحدتون موجوده خودمختياريءَ کان بہ محروم ٿي وينديون، چو تہ تازو چونڊن جا مثال اسان جي اکين اڳيان آهن جنهن ۾ قوم پرست، ترقي پسند قوتن کي ڪيتري سِرسي حاصل ٿي.

ياد رکو تہ قومي خودمختياري، با اختيار جمهوريت، آزاد ۽ خود مختيار، مثبت ۽ غيرجانبدار پرڏيهي پاليسي، افغان انقلاب جي حمايت، ڀارت ۽ ٻين ملڪن سان برابري جي بنيادن تي پُر امن لاڳاپا، فوجي خرچ پکي ۾ گهٽتائي، اسان جي سياست جا بنيادي اصول آهن. ان کان سواءِ گڏيل قيادت جي وسيلي انتها پسندي ۽ مهم جوئي جي ابتڙ عوامي شعور کي سجاڳ ڪندي جمهوري طريقي سان پنهنجي ماڳ ڏانهن وڌڻ ۾ ئي خوشحالي سمايل آهي.

اوهان سيني جي مهرباني

(نوٽ: مٿين تقرير پاڪستان نيشنل پارٽي جي مرڪزي قومي ڪائونسل جي اجلاس ڪوئيٽا ۾ 16 نومبر 89ع تي تنظيم چيف آرگنائزر امان الله شيخ افتتاحي اجلاس ۾ ڪئي.)

16 نومبر 1989ع

# سويت يونين جو زوال، نئين دور جي ابتدا؟

دوستو ۽ ساٿيو!

تواريخ لڳاتار اڳتي وڌڻ جو عمل آهي. ان اڳتي وڌڻ جي ڪارج ۾ عارضي طور رنڊڪون ۽ رڪاوٽون ته اچي سگهن ٿيون پر ان هوندي به تواريخ وڪون وڌائيندي رهي ٿي. هوئن تواريخ جي عمل کي اڳتي وٺي وڃڻ ۾ شعور ۽ مشاهدو به هڪ ٻئي سان اندروني طور لاڳاپيل وکر آهن. جنهن ڪري شعور ۽ مشاهدي جا سرواڻ ته ڏاها ۽ داناءَ سڏيا ويندا آهن ۽ عملي طور پيروي ڪرڻ وارن کي انقلابي چيو ويندو آهي.

اهڙي طرح ويجهڙائي واري تواريخي سلسلي ۾ پوئتي ڪنڌ ورائي ڏسبو ته ارڙهين صدي جي فرانس ۾ هڪ داناءُ جين جيڪس روسو (1778ـ 1717ع) چيو ته "انسان آزاد ڄائو آهي پر زنجيرن ۾ سلهاڙيل آهي." ساڳي فرانس ۾ ارڙهين صدي جي آخر ۾ يعني 1789ع ۾ شعور ۽ ساڃاهه جي لاٽ ڀڙڪي اُٿي ۽ آزادي خاطر انسانن جا انبوهه اُٿي پيا ۽ ظالمن ۽ جابرن کي تخت تان لاهي تختي جي حوالي ڪري ڇڏيو. منهنجو مطلب فرينچ انقلاب سان آهي. اڳتي هلي فرينچ انقلاب هڪ ڇتي ڇڙواڳي ۽ ويساهه گهاتي جي وهڪري ۾ لڙهي ويو. ان هوندي به فرينچ انقلاب تواريخ ۾ اڻ متجندڙ نقش ڇڏي ويو. هوئن اها شعور جي لاٽ اجهامي ڪانه ۽ هڪ ٻئي ڳڻوان پُرش ڪارل مارڪس (1883ـ 1818ع) پير تي ڏونڪو هڻندي چيو: دنيا جا پورهيتو! هڪ ٿي وڃو ۽ غلامي جا زنجير لاهي ڦٽا ڪيو، ڇو ته اوهان وٽ انهن زنجيرن کان سواءِ ٻيو ڪجهه مال مَڏي ڪونهي."

انهي سڏ جو پڙاڏو ويهين صدي جي اڳياڙي ۾ 17ـ آڪٽوبر 1917ع تي هڪ اهڙي خطي ۾ گونجيو جيڪو نيم جاگيردارانه ۽ نيم سرمائيدارانه

معاشري مان لنگهي رهيو هو. يعني روس ۽ ان سان ڳنڊيل وچ ايشيا جون رياستون. ائين ڏسندي وائسندي روءِ زمين تي پورهيتن جي پهرين سرڪار ولاد ِمير لينن (1924ـ 1870ع) جي اڳواڻي هيٺ قائم ٿي. پورهيتن جي سرڪار خلاف دنيا ۾ قرلت ڪندڙ ۽ قومن کي غلام بڻائيندڙ پونجي واد سرشتي جا رَهبر ۽ رَهنما ڪات ڪهاڙا کڻي بيٺا. پر پورهيتن جي سرڪار انهي پونچال منجهان نڪري آئي.

اهڙي طرح 24ـ آگسٽ 1991ع تي اتڪل مني صدي ڪان پوءِ، پورهيتن جي سرڪار "يونين آف سويٽ سوشلسٽ ريپبلڪس" جي صدر ميخائل گوربا چوف، ڪميونسٽ پارٽي جي سيڪريٽري جنرل جي عهدي تان استعيفا ڏئي ڇڏي.- ساڳي وقت پارٽي جي مال ملڪيت کي ضبط ڪرڻ جو حڪم نامو جاري ڪيو ۽ پارٽي کي منع ڪئي ته هو هٿيار بند فوجن، جاسوسي اداري ڪي- جي بي، رياستي پوليس ۽ ٻين سرڪاري ادارن جي معاملن ۾ مداخلت بند ڪري ڇڏي- اهي حڪم ناما اصل ۾ سويٽ يونين جي اندر ۾ پڙڪندڙ لاوا جو ابتدائي قاٽ ڪاٽڻ هيو. اهو لاوا جڏهن نڪاءَ ڏيندي ٻاهر نڪتو ته ساڙبار ۽ پيچ ڊاهه جو هڪ اڻ ڪٽ سلسلو شروع ٿي ويو، جنهن جي اجهامڻ جي ويل 25ـ ڊسمبر 1991ع تي ٿي گذري. ان خاڪ منجهان 15 آزاد رياستن ڪنڌ مٿي ڪنيو.

سويٽ يونين جي وکرجڻ سان گڏوگڏ پونجي واد سماجي طرفدارن جن ۾ هڪ آمريڪي دانشور فيوڪو ياما جو نالي اچي ٿو. هن فاضل ليکڪ جو هڪ ڪتاب ("End of the History and the Last Man") لکيو. جنهن ۾ ڇاٽاياٽين ته سويٽ يونين جي خاتمي سان گڏوگڏ تواريخ جي به پڇاڙي اچي وئي آهي- جنهن ڪري سنسار ۾ آدرشي اختلافن جو به خاتمو اچي ويو آهي. جو ته مارڪسزم ۽ لينن ازم دنيا جي خوشحالي، ترقي ۽ سائنسي واڌاري ۾ رنڊڪ بڻيل هيو. هاڻي دنيا هڪ نئين دور ۾ داخل ٿي رهي آهي جنهن کي آزاد جمهوري دور چئي سگهجي ٿو. فيوڪوياما اجا به وضاحت ڪندي چوي ٿو ته هاڻي اندروني تضادن جو به انت اچي ويو آهي ۽ ڪا به آدرشي ۽ نظرياتي اوسر ڪانه ٿي سگهندي. پر ساڳيو ئي فيوڪوياما بحث جي آخر ۾ اوچتو ڪپڙا ڇنڊيندي اگ ڪٽي

ڪرڻ کان لاچار آهي ته مستقبل لاءِ ڪهڙو دڳ اختيار ڪرڻ گهرجي. مطلب وچي بيٺو ته پونجي واد سرشتي جي طرفدارن اتفاق راءِ سان وڏي واڪي چئي ڏنو ته سماج واد سرشتي جي دنيا مان تڏا ويڙهه تي وئي آهي. پر ترتيب وار ذهن ۾ سوال اڀرن ٿا ته:

(1) ڇا اهو سچ آهي ته سويٽ يونين جي وکرڻ سان دنيا منجهان سماج واد سرشتو، جنهن عالمي سامراجي قوتن کي للڪاريو هيو، ان جو خاتمو اچي ويو آهي؟
(2) ڇا دنيا هڪ طرفي (Uni Polar) بڻجي وئي آهي؟
(3) ڇا دنيا ۾ آجپي ۽ آزادي جي جنگ ۽ قومي جدوجهد جو خاتمو اچي ويو آهي؟
(4) ڇا دنيا ۾ طبقاتي جدوجهد هڪ وسريل باب بڻجي وئي آهي؟
(5) ڇا ٽين دنيا ۾ مسئلن ۽ مونجهارن جو به خاتمو اچي ويو؟
(6) ائين ته ڪونهي ته پنهنجن غلطين ۽ ڪوتاهين جي ڇنڊڇاڻ ڪندي هڪ گم ٿيل ڪڙي کي ڳنڊڻ جي ابتدا آهي؟

هنن سيني سوالن جو اندروني طور هڪ ٻئي سان ايترو ته گهاٽو سنبنڌ آهي جو ڪنهن به سوال کي ڌار ڪري بحث ۾ آڻي نه ٿو سگهجي. ان لاءِ اسان کي شروعات وري به آڪٽوبر انقلاب کان ڪرڻي پوندي.

ان ۾ ڪو به شڪ شبهو ڪونهي ته زار شاهي جي خاتمي سان هڪ نئون سماج عملي طور وجود ۾ آيو. مان مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان ته روءِ زمين تي پهريون تجربو هيو جنهن ۾ محڪوم، محروم ۽ پيڙيل طبقن جي بالادستي کي مَان ۽ مڃتا ڏني وئي. ۽ ڦرلٽ کان پاڪ ۽ پوتر سرشتي قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو. جنهن ڪري سويٽ يونين جي دائري ۾ جيڪي به رياستون شامل ٿيون انهن سماجي ۽ اقتصادي ترقي ۾ وکون نه پر ٻرانگهون هڻڻ شروع ڪيون؛ ۽ وَرهين جو فاصلو مهينن ۾ طئه ڪري ورتو. ان حد تائين جو سويٽ يونين ٿوري عرصي ۾ سپرپاور ليکجڻ لڳو.

سويٽ يونين ۾ ڪميونسٽ پارٽي کي پورهيتن جي راڄ قائم ڪرڻ لاءِ سرواڻ جو درجو ڏنو ويو. پر ستت ئي لينن جي وفات کان پوءِ پارٽي ۾ اسٽالن (1953- 1879ع) ۽ ٽراٽسڪي جي وچ ۾ ڇڪتاڻ عروج تي پهچي وئي ۽ انت ٽراٽسڪي جي جلاوطني تي ٿيو. اسٽالن جي آمريت،

سويٽ يونين تي ڪارونيار ٻڌجي ڦهلجي وئي. اسٽالن کي آمريت مڙهڻ لاءِ شروعاتي دور ۾ ڪنهن حد تائين حق بجانب به ليکي سگهجي ٿو. ڇو ته پورهيتن جي سرڪار وارو تجربو، ڦرلٽ جي سامراجي سرشتي لاءِ دڙڪو ٻڌجي آيو هيو. ان ڪري انقلاب دشمن قوتون، نئين ايل انقلاب کي نڙيءَ تي ننهن ڏئي مارڻ لاءِ سازشون ڪري رهيون هيون. انهي صورتحال ۾ اسٽالن ايترو ته شڪي مزاج ۽ انتقامي مزاج جوڙتي پيو جو ويجهن دوستن کي به صفحه هستي تان ميسارڻ ۾ دير ڪونه ڪيائين. ان کان سواءِ پورهيتن جي راڄ قائم ڪرڻ جي نالي ۾ ڪميونسٽ پارٽي جي آمريت جو چنبو سخت ڪيو ويو. ان لاءِ حڪمران طبقي هڪ خاص حڪمت عملي ناهي ورتي ته عوام جي معاشي ۽ اقتصادي مسئلن کي نبيرڻ جي ضرورت آهي. باقي انساني آزادي، اديب ۽ دانشورن جي اختلاف راءِ به هڪ بورجوا باقيات جو حصو آهي.

اسٽالن جي مرڻ کان پوءِ جيڪي به سربراه خورو چيوف (1971ـ 1894ع) ۽ برزنيف تائين آيا انهن نه رڳو اندروني ملڪي ماحول ۾ پوست ۽ مونجهه پيدا ڪري ڇڏي. پر سويٽ يونين ڄڻ ته هڪ اڻ ڏٺل لوهي پردي ۾ اچي ويو.

سويٽ يونين جو بين الاقوامي سطح تي مخالف آمريڪا ليکجڻ لڳو. آمريڪا ڪميونسٽ اثر رسوخ کي روڪڻ لاءِ دنيا جي ملڪن ۾ فوجي آمريت ۽ جمهوري حڪومتن جا تختا اونڌا ڪرڻ کي به جائز سمجهڻ لڳو. سويٽ يونين به دنيا ۾ پنهنجن طرفدارن جي به آمريڪي طرز جي پيروي ڪرڻ لڳو. ان جو ويجهڙائي ۾ مثال افغانستان جي هڪ اهڙي قبائلي سرشتي ۾ مداخلت ڪرڻ هيو جيڪو اڳتي هلي سويٽ يونين لاءِ ڳچيءَ ۾ سُورن جو سڳو ثابت ٿيو.

انت ته ڪميونسٽ پارٽي سويٽ يونين ۾ پورهيتن جي راڄ قائم ڪرڻ جي جيڪا ذميواري کنئي آهي سا ته شايد شروع ئي کان نه ٿي سگهي. پر پارٽي جي نالي ۾ نوڪر شاهي سگهاري ٿيندي وئي. ائين جيڪو به ماڻهو پارٽي جو ميمبر هيو سو عوام ۾ افضل ۽ اعليٰ ليکجڻ لڳو. پارٽي جي انهيءَ آمرانه روش کي اڳتي وڌائڻ جي بجاءِ هڪ خول ۾ بند ڪري ڇڏيو. ائين پئي لڳو ته روسي قوم جي بالادستي قائم ٿيندي

وڃي پئي. ايئن هڪ بالادست قوم مان جان ڇڏائڻ لاءِ ٻين قومن جو رد عمل هيو. هتي سوال ٿو پيدا ٿئي ته آخر اهو رد عمل ڇو ٿيو، جڏهن ته سويٽ يونين جي آئين ۾ هر هڪ قوم کي ڌار ٿيڻ جا ٻه آئيني اختيار حاصل هئا؟

سياسي لغت ۾ هڪ لفظ انتها پسندي استعمال ڪيو ويندو آهي. ان لفظ جي معنيٰ آهي ته پنهنجي سوچ، ويچار ۽ راءِ کي ٻين جي مٿان مڙهڻ ۾ هر ڪنهن طور طريقي کي جائز ۽ حقي ڪري سمجهڻ. انهيءَ انتها پسندي جي پوئلگ هڪ ڌر هوندي آهي جيڪا انساني مزاج ۽ گهرجن ۽ ڪنهن به نواڻ ۽ جدت جي مخالفت ڪرڻ ۾ اڳيري هوندي آهي. جڏهن ته ٻي ڌر سماج ۾ ايندڙ ڦيرڦار جي طرفدار نه هوندي آهي پر سماج جي مزاج کي سمجهڻ کان وڌيڪ ان ڦيرڦار ۽ ردوبدل کي لاڳو ڪرڻ ۾ زور زبردستي کان ڪم وٺندي آهي. انهن ڌرين مان پهرين ڌر کي ساڄي ۽ پوئين کي کاٻي ڌُر سڏيو ويندو آهي.

جيئن سويٽ يونين جي وکرڻ سان دنيا ۾ گوڙگهمسان ۽ غوغاءُ پکڙجي ويو ته مارڪسزم جو خاتمو اچي ويو آهي ته کوڙ سارن همراهن جون نندبون حرام ۽ وايون بتال ٿي ويون. عجب جهڙي ڳالهه ته انتها پسند کاٻي ڌر جيڪا پنهنجي مَرضي ۽ منشا سان دنيا ۾ انقلاب آڻڻ لاءِ هٿ پير هڻي رهي هئي سا به حيران ۽ پريشان هئي ته انتها پسند ساڄي ڌر به کاوڙ ۽ ڌڪار ۾ گف وهائي رهي هئي. ڇو ته جنهن دشمن جي نالي ۾ جاوا ڪندا هئا سو ائين اوچتو غائب ٿي ويو ۽ عالمي سامراج جي اوتاري تان بخشش ۽ مهربانين جا وسڪارا ٿيندا هئا سي مُنهن مٽائي ويا. انتها پسند کاٻي ڌر جون اهڙيون ته مَتيون مُنجهي ويون جوڪين سُڌ سماء ئي ڪونه رهيو ته هي پاڻ مرادو يونچال اچي مٿان ڪڙڪيو ۽ يا ان جاڪارڻ ۽ سبب هئا. هنن لاءِ ٻه دڳ هئا: ان آدرش جي بچاءَ لاءِ اتي بيهن جنهن کي مذهبي درجو ڏيندي مجاور بڻجي وينا هئا يا ته پنهنجا هٿ مٿي ڪٽي شڪست جو اعتراف ڪن، ۽ شرم ۽ حيا کان ڪنڌ جهڪائي معافي جا طلبگار ٿين.

پر ٻئي ڌريون پنهنجن غلطين ۽ ڪوتاهين تان هوش و حواس ۾ رَهي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ لاءِ تيار ڪونه هيون. انهيءَ انتها پسندي ۾ دنيا هٿيارن

جي ڏوڙ ۽ سرد جنگ جي گهيري ۾ وَرتل رَهي.

هن صورتحال ۾ اسان جي ملڪ ۾ ڪاٻي ڌرجي ڪردار کي ٻ سمجهڻ جي سخت ضرورت آهي. ڇو ته هتان جي ڪاٻي ڌر جو ڪردار پهرين دور ۾ شاندار ۽ شانائتو رهيو آهي. پر پوين دور تواريخ جو الميو ليکي سگهجي ٿو.

اسان وٽ ڪاٻي ڌر جو پهريون ڪردار روايتي ۽ پاڻ ارپڻ واري جذبي سان ڀرپور رَهيو آهي. انهي ڪاٻي ڌر جا پير هِن ڌرتي تي ڪتل هئا. انهي ڪاٻي ڌر جي من جو مڪو،مدينو، ماسڪو ۽ بيجنگ نه پر وطن جي ڌرتي ۽ عوام هئا. هُو ماسڪو ۾ انسان ذات جي ڀلائي لاءِ آيل ڦير ڦار منجهان لاڀ ته حاصل ڪرڻ لاءِ تيار هئا، پر مڱڻهار بڻجي عقيدي جو دهل ڳچي ۾ پائي ڏماچوڪڙي، رمبا سمبا ۽ هنبوڇيون هڻڻ لاءِ تيار ڪونه هئا. انهي روايتي ڪاٻي ڌر جا روشن نانءَ دادا امير حيدر، ڪامريڊ جمال الدين بخاري، اجي ڪمار گهوش، ايم اين راءِ، جشوڪيولراماڻي، قادر بخش نظاماڻي ۽ سوڀو گيانچنداڻي آهن.

اِيڪنڊ جي وِرهاڱي ٽيڻ سان اهو روايتي سرشتو تڏهن اوچتو ٽٽي پيو جڏهن ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا 1948ع ۾ فيصلو ڪيو ته پاڪستان ۾ هڪ جدا ڪميونسٽ پارٽي ٺاهي وڃي. پر اجا ٻ ابهرائي وارو قدم کنيو ويو ته نئين آزاد ٿيل ملڪ ۾ پارٽي جي ڪارج کي اڳتي وڌائڻ لاءِ يو پي ۽ سي پي مان اردو ڳالهائيندڙ ڪامريڊن کي اماڻيو ويو. اهي ڪاٻي ڌر جا لڏي آيل همراهه هِن نئين ڌرتي تي ائين اچي لٿا جيئن ڪين هِتان جي عوام مٿان ۽ پارٽي جي ڏيهي ڪامريڊن مٿان ڪا بالادست حيثيت حاصل هئي جيڪا، يوپي، سي پي جي علائقن منجهان نوڪر شاهي جي لوڏ، جنهن هِن ملڪ کي پنهنجي مفادن خاطر چراگاهه سمجهي لتاڙ ڪئي. انهن ڪاٻي ڌُر جي همراهن هن ملڪ ۾ قومي حقوقن جي ظاهر ۾، زباني ۽ رسمي طور ته مڃتا ڪٽي ڪئي پر پنهنجي بالادست تواريخي ۽ ثقافتي پس منظر جي ناتي رشتي سان ٺاهيل پُڙي تيار ڪئي ته: "طبقاتي جدوجهد کي وڌيڪ تيز ۽ اثرائتو بنائڻ سان سڀئي مسئلا ۽ مونجهارا حَل ٿي ويندا، ۽ قومي مسئلو، طبقاتي جدوجهد آڏو ثانوي حيثيت رکي ٿو."

ڇو ته همراهن جي اندر ۾ اردو جي نالي ۾ هڪ قومي شائونزم موجود

هيو پر ان جي اظهار ڪرڻ ۾ ڪين هٻڪ ۽ ڦڪائي محسوس ٿي رهي هئي. ڪاٻي ڌُرجي هنن مُنجهيل ۽ مجذوب ساٿين نَلهو ۽ سڪتو ۽ دل جي دلاسو ڏيڻ خاطر سنڌي، پنجابي، بلوچي، پختون ۽ بنگالي ڪلچر ۽ قوميتن جو ذڪر ته ڪيو. پر پاڻ سدائين لساني ۽ ثقافتي شائونزم جي اثر هيٺ رَهندا آيا. ان سموري ڪارگذاري جو نتيجو وچي هيئن بيٺو ته ڪاٻي ڌر ۾ وينل اردو ڳالهائيندڙ گهٽي ياڳي منجهيل، گومگوءجو شڪار، دانشوري طور ڏيوالو نڪتل هڪ ٽولو بڻجي ڪميونسٽ پارٽي کي عوامي پارٽي بنجڻ نہ ڏنو. ٻيو ته ڇڏيو پارٽي ۾ وينل روايت پرست قومي سوال جي معاملي تي وڌيڪ زور ڏيندا هئا ته ڪين "مارڪسزم جي منطق ڪان اڻ ڄاڻ" جو ٺپو هٽي ماٺ ڪرائي ويندي هئي. آخرڪار انهن صاحبن عوامي سهڪار حاصل ڪرڻ ڪان وڌيڪ هڪ اهڙي غير منطقي ۽ غير جمهوري طريقي تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي جنهن کي فوج وسيلي انقلاب آڻڻ جو سٽاءُ چئي سگهجي ٿو. ان کي حڪمران طبقي "پنڊي سازش" جو نالو ڏنو. جيڪا آمريڪي حڪمت عملي جي پوئلڳي ڪرڻ برابر هئي، ۽ موربگو پارٽي تي بندش پئي.

ان ڪان پوءِ پارٽي زير زمين رَهي ڪم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ظاهري طور پليٽ فارم لاءِ قوم پرست جماعتن ۾ رَهڻ کي ترجيح ڏني وئي. ۽ خاص ڪري 1957ع ۾ نيشنل عوامي پارٽي جو نهڻ قوم پرست، ترقي پسند ۽ سامراج دشمن قوتن جو گڏيل محاذ هيو. پر اتي بہ رهندي سندن ذهني واڳون ٻاهر وينل دانشورن جي هٿن ۾ رَهنديون آيون. جنهن ڪري ڪاٿي بہ ٽڪاءُ ڪري ڪونہ سگهيا. آخري وڏو جهيڙو انهي انتها پسندي جو نئشنل عوامي پارٽي ۾ وينل انتها پسند ڪاٻي ڌر ۽ انتها پسند قوم پرستن جو پيپلز پارٽي سان ٿيو. انهيءَ انتها پسندي جي علامت بزرگ اڳواڻ خان عبدالولي خان هيو ۽ جڏهن ته مير غوث بخش بزنجو مرحوم انتها پسنديءَ جي خلاف هيو. انهي انتها پسندي جو نتيجو سرحد ۽ بلوچستان سان گڏ سنڌ کي ڀوڳڻو پيو.

انت ته بين الاقوامي آمريڪي حڪمت عملي جي ڄار ۾ ڦاسندي سويٽ يونين، افغانستان ۾ ڪاهي پيو. اسان جي تقليد پرست ۽ لڪير جي فقير ڪاٻي ڌر وارن جي گهرن ۾ گيهه جا ڏيئا ٻري ويا ته وَاهرو پهچي ويا آهن ۽ عظيم تر سوشلسٽ انقلاب پاڪستان جي در تي ڪڙو

ڪڙڪائي رهيو آهي. ان حد تائين جو ان زماني ۾ مون کي هڪ ڪابي ڏرجو ساٿي گڏيو جنهن خوشي ۽ حيرت ۾ مُنيون پيڪوڙي چيو ته "توکي خبر ڪونهي ته روس پوئتي ڪونه موٽندو ڇو ته روسي ٽريڪٽر ۾ ريورس جو گيئر ٿيندو ئي ڪونهي." توهان کي تعجب لڳندو ته سوويت يونين جي وڪرڻ کان پوءِ ساڳوئي همراهه ڪچيءَ ۾ ڳارو پائي، هٿن ۾ ڪنگڻ ۽ ڪولابا اٽڪائي پنهنجن ساٿين کي غدار ۽ وڪائو مال سڏڻ لڳو.

بهرحال اڃون ٿا ڳالهه جي ڳاٽي ڏانهن. سوويت يونين جيئن افغانستان ۾ داخل ٿيو ته ڪراچيءَ ۾ پراڻي ڪلفٽن تي هڪ رات جو پنهنجي هڪ پياري دوست ڊاڪٽر سليمان شيخ سان ڪچهري ۾ افغانستان جي صورتحال تي ٽيڪا ٽپڻي ڪندي مون ڪيس هينان لفظ چيا هئا. جيڪي ڊائري تان هوبهو نقل ڪيا اٿم.

"ڊاڪٽر! منهنجي راءِ ۾ ته سوويت يونين، فوجي مداخلت ڪندي افغانستان جي مسئلي ۾ پاڻ کي ڦاسايو آهي، ان جي پڇاڙي اهڙي ٿيندي جهڙي آمريڪا کي ويٽنام ۾ مات کائڻي پئي. ۽ سماج واد اوسر کي هاڃيڪار ڇيهو رسندو ۽ دنيا ۾ نوان هانگ ڪانگ ٺاهڻ جي عمل ۾ ڇوهائي ايندي."

هوڏانهن اسان جي ساٿين جا ڪابل ۽ ماسڪو جا دورا جاري رهيا. ۽ اسان جهڙن ابوجهن کي خوشحال مستقبل جون مبارڪون ۽ واڌايون ڏيڻ لڳا. پر مون کي مَن ۾ اڻ تڻ هئي جنهن ڪري مون 10 جنوري 1989ع جي هلال پاڪستانْ ۾ "افغانستان ۽ انتها پسندي" جي عنوان سان مضمون لکيو هو، جنهن جي آخر ۾ ڄاڻايو هيو:

"افغانستان جو پراڻو قبائلي سرشتو نَونِ آيل آدرشن ۽ اصولن کي قبول ڪرڻ کان نابري واري وينو. ڇو ته ملڪ جو سماج صدين جي وٿي هڪ پرانگهه ۾ پوري ڪري نه سگهيو. اهو سمجهڻ گهرجي ته انتها پسندي انقلاب يا رجعت پرستي جي شڪل ۾ هجي، انساني شعور لاءِ قابل قبول ڪونه هوندي آهي. پر اها ردوبدل سماج لاءِ تڏهن ئي ميڇتا لائق بڻجي پوندي، جڏهن سماج جون حالتون، ان کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار ٿينديون ۽ پوءِ ڪالهه جي انتها پسندي اڄ لاءِ انقلاب جي علامت بڻجي سگهي ٿي."

(نوٽ: هن مضمون جي پڙهڻ کان پوءِ سنڌ جي عظيم ڪهاڻيڪار

ڊاڪٽر نجم عباسي "ڏاڪڻ" جي عنوان سان ڪهاڻي لکي جيڪا ماهوار پروڙ ۾ ڇپي هئي.)

ان ڪري ائين چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ ڪونهي تہ هن ملڪ ۾ ڪابہ ڌر انتها پسندي جي ڪوڙڪي ۾ ڦاٿل رهي جنهن ڪري ڪميونسٽ پارٽي جي نالي ۾ مجذوب قسم جي تبليغي جماعت جو ٽولو وجود ۾ اچي ويو. ۽ جڏهن مجذوبيت جو نشو لٿو آهي تہ ڪين سڃ پئي نظر اچي جيڪا بہ سندن نظر جي ڀُل آهي. ڇو تہ عوام جي نفسيات ۽ سوچ جي خلاف بيٺل آهن.

انهن حالتن ۾ مان سمجهان ٿو تہ هِن صدي جو ٻرندڙ سوال، مسئلي ۽ مونجهاري جي شڪل ۾ سويٽ يونين جي وکرجڻ کان وٺي ٽين دنيا جي ملڪن ۾ جنهن ۾ پيارو پاڪستان بہ اچي وڃي ٿو سو قومي سوال آهي. ڇو تہ سويٽ يونين ۾ بہ قومي سوال کي اڌوگابرو نبيرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي. اسان جي ملڪ ۾ تہ انهي مسئلي کي حَل ڪرڻ ڏانهن سنجيدگي سان ڌيان ئي ڪونہ ڏنو ويو آهي. قوم پرستي هڪ اهڙو مسئلو آهي جنهن کي ڏاهپ سان حل ڪرڻ جي گهرج آهي. نہ تہ ٻي حالت ۾ اقتصادي ۽ معاشي مسئلا بہ جيئن جوٽيئن اُيا رهندا.

ياد رکڻ گهرجي تہ ڪنهن بہ سياسي سرشتي جو پاڻ مرادو خاتمو ڪونہ ايندو آهي. ڇو تہ جيستائين ڪهڙو بہ سرشتو عوام جي امنگن ۽ جذبن سان سهڪار ڪري ٿو اوستائين جيئرو جاڳندو رهي ٿو. پر ان جي ابتڙ ڪهڙو بہ عاليشان سرشتو هجي ۽ ان جي نالي ۾ عوام کي زور بار يا دٻاءَ هيٺ مطيع يا فرمانبردار بنائڻ جي ڪوشش ڪبي تہ اهو سرشتو انسان ذات لاءِ ڇوتڪاري جو دڳ نہ پر عقيدت پرستي جو ڳٽ بڻجي پوي ٿو. ان ڪري مارڪسزم بہ هڪ عقيدي جي صورت اختيار ڪري وَرتي ۽ انتها پسندي جي خول ۾ بند ٿي پيو. ان لاءِ سمجهڻ گهرجي تہ سويٽ يونين جي وکرڻ سان سوشلزم جو خاتمو نہ ٿيو آهي پر انتها پسندي کي شڪست آئي آهي ۽ هڪ نئين دور جي ابتدا ٿي آهي جيڪو مارڪسزم کي جمهوري اصولن سان ڳنڍي اڳتي وڌڻ جو سڏ ڏئي ٿو.

---

23 مارچ 1994ع تي پريس ڪلب لاڙڪاڻي ۾ ڪيل تقرير

# سنڌي پريس : ڪله ۽ اڄ
## (پريس ۽ سياستدان)

مانوارا صدر، مکيه مهمان، اعزازي مهمانو، ڀائرو ۽ ڀينرو!

سنڌ جو سياسي ۽ سماجي سنڌاءَ حيراني، پريشاني، اڻ تڻ، نراسائي، نااميدي ۽ بيزاري جي بيابان مان لنگهي رهيو آهي. پر اهڙي صورتحال ۾ به اڻ تڻ جي آثار تي انفرادي طور هر ڪو ڏس پنڌ ۽ اشارو ڪري رهيو آهي، پوءِ به گڏجي ويهي بحث مباحثي ۽ ڳالهه ٻولهه وسيلي اجتماعي منزل جي لاءِ ڪنهن حد تائين اتفاق راءِ پيدا ڪرڻ جيابيي ۽ نجات جو سنيهو آهي. ان ڪان وڏيڪ ائين چئي ٿو سگهجي ته من ۾ اڻ تڻ جو احساس قومي جيابيي جي علامت آهي. انهي اڻ تڻ اسان کي گڏ ڪيو آهي لاشڪ ته!

ساٿيو!

"پريس ۽ سياستدان" جو عنوان منهنجي لاءِ هڪ ڏکيرڙو اسم آهي ڇو ته پريس ۽ سياست سان هڪ قومي ڪارڪن جي حيثيت ۾ ويجهو سنبنڌ اٿم. هونئن عام طور پريس لاءِ هڪ تاثر آهي ته اهو الله لوڪ آڙيڪاپڻ جو اهڙو قبيلو آهي جيڪو قلم جي ڪمال سان جنهن جي پڳ وٺين ته لاهي وجهن ۽ مَن گهرين ته ڪنهن جي شلوار جا ٽَڪَ به سڌا ڪري ڇڏين. ٻي پاسي سياستدان لاءِ به اڪثريتي راءِ آهي ته حرفت، چالاڪي ۽ ته پٽائي وارو اهڙو هنر جنهن سان سچ کي ڪوڙ ۽ ڪوڙ کي سچ ڪري بيهارجي ۽ چٽي ڏينهن کي اٽيهين جي اونداهي ثابت ڪجي، ۽ انهن سيني وصفن جي ماهر ۽ آزمودگار کي سياستدان چيو وڃي ٿو. هونئن علمي لحاظ کان پريس جي ٿلهي ليکي معنيٰ آهي ته عام مخلوق جي ڀلائي خاطر، ڏاڍ، ڏمر ۽ ڏهڪاءَ خلاف جهاد ڪرڻ. انسان

ذات ڪي سهپ، رواداري ۽ ماڻهپي لاءِ سونهون ٿي هٿ ونڊائڻ. سياستدان بہ بنيادي طور انسانيت جي ڀلائي ۽ آزادي سان واڳيل وصف رکندڙ ڪي ليکي سگهجي ٿو ۽ سياست بنيادي طور خدمت جو ٻيو نالو آهي. اها خدمت ئي تہ عبادت آهي. مطلب هيئن بيهي ٿو تہ پريس ۽ سياستدان ٻئي اسم پنهنجي جاءِ تي ايڏيون تہ سگهاريون صنفون آهن جيڪي سماجي ۽ اقتصادي ڦير ڦار ۾ منفي ۽ مثبت لحاظ کان مکيہ ڪردار ادا ڪري سگهن ٿا.

اهڙي طرح پياري پاڪستان ۾ پريس ۽ سياستدان ايڏو تہ نالي چڙهيا گروهہ بڻجي ويا آهن جو سماج جي ڦيرڦار ۾ سندن ڪردار شڪي ۽ متضاد بڻجي پيو آهي.

يارو! مان سنڌي پريس ۽ سنڌي سياستدان جي منجهيل ۽ متضاد مسئلي جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ کان اڳ ۾ سنڌ جي لحاظ کان هيٺين راءِ جو آهيان:

"سنڌي ۽ سنڌ بہ لازم ملزوم حقيقتون آهن. سنڌ، موجوده پاڪستان جي خالق آهي ۽ سنڌ ڪي ڪنهن غنيم لشڪر ڪشي ڪري فتح ڪونہ ڪيو آهي. سنڌ ڪو چندو حلوائي جي دوڪان جو چاڀو حلوو ڪونهي جنهن کي آسانيءَ سان ڳيت ڏئي ڳهي وڃجي. ان سان گڏوگڏ سنڌ دنيا کان ڇڳل ٻيٽ بہ ڪونهي جنهن تي سنسار ۽ سندس چوگرد واهپي جو اثر پئجي نہ ٿو سگهي. پر سنڌ هن خطي ۾ اثر حاصل ڪرڻ ۽ موٽ ڏيڻ جي معاملي ۾ اڳ ڀرو آهي."

هاڻي اسين اچون ٿا پنهنجي "ڪُلهہ ۽ اڄ" ڏانهن. جديد سنڌي پريس ۽ سياسي جي چرير جا داستان کي برصغير ۾ پَڪي ليکي ۾ ويهين صديءَ جي ٻئي ڏهاڪي ۾ خلافت تحريڪ ۽ سنڌ جي بمبئي کان آزادي جي لاڳاپيل سوالن کان ابتدا ڪري سگهجي ٿي. سنڌ جي بمبئي کان آزادي جي هلچل کي ٻن جدا مڪتبہ فڪر جي ڌارائن سان لاڳاپيل ليکي سگهجي ٿو. هڪ مڪتبہ فڪر (طبقي) لاءِ سنڌ جي آزادي کي قوم پرست ۽ روشن خيال تحريڪ سان ڳنڍيندي عام ماڻهن جي خوشحالي ۽ ڀلائيءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻ هيو. ٻيو مڪتبہ فڪر (طبقو) سنڌ جي ان جاگيردار ۽ وڏيرڪي ذهنيت سان واڳيل هيو جيڪو ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين

انگريز پرست هيو ۽ عام ماڻهو سندن نظر ۾ غلام کان بہ بدتر هيو. پر اهي ٻئي طبقا سنڌ جي بمبئي کان آزادي جي تحريڪ بابت متفق هئا. نيٺ سنڌ جي بمبئي کان آزادي آل انڊيا سياست جو مکيہ سوال تي اُڀريو جنهن ڪري نوبت ايستائين پهتي تہ انڊين نيشنل ڪانگريس ۽ آل انڊيا مسلم ليگ جي ساليانہ گڏجاڻين ۾ بمبئي کان سنڌ جي آزادي جو مطالبو زور وٺڻ لڳو. انهي زماني ۾ سنڌي پريس جي ناتي رشتي سان الوحيد ۽ شيخ عبدالمجيد سنڌي جو نالو ڪٽڻ کان سواءِ سنڌ جي بمبئيءَ کان آزادي جي تواريخ اڻ پوري چئي سگهجي ٿي. نيٺ سنڌ ۾ هلچل جو لايو سجايو ٿيو ۽ 23- مارچ 1936ع تي سنڌ جي بمبئي کان آزادي جو اعلان ڪيو ويو. انهي موقعي ۽ مهل جي مناسبت سان الوحيد اخبار "سنڌ آزاد نمبر" شايع ڪيو. پر سنڌ ۾ جاگيردارنہ بالادست سياستدان ۽ روشن خيال سياستدان جي وچ ۾ ٽڪراءَ اڻ ٽر ٿي پيو. ان لاءِ 1939ع ۾ مسجد منزل گاهہ جي نالي ۾ فرقيوارانہ فساد ڪرائي سنڌ جي صلح ڪل واري سنيهي کي ڇيهو رسايو ويو. اڳتي هلي انگريز پرست جاگيردار سياستدانن، روشن خيالي جي شمع کي وسائڻ لاءِ 14 مئي 1943ع تي الله بخش کي مارائي سُک جو ساهہ کنيو ۽ سنڌ جنون ۽ فرقيواريت جي دوزخ ۾ پچرڻ لڳي. انت تہ اپکنڊ جو ورهاڱو ٿيو ۽ هڪ نئين ملڪ پاڪستان جنم ورتو جنهن ۾ سنڌ پنهنجي راءِ سان شامل ٿي.

مهربانو!

ورهاڱي ٿيڻ سان نئين ڄاول ملڪ پاڪستان ۾ سنڌي پريس ۽ سنڌ جي سياستدانن کي علائقائي ڄاڻائيندي، اردو کي زوري قومي ٻولي طور مڙهيندي ويچا ۽ وٿيون پيدا ڪيا ويا. ائين اردو جي بالادستي جي خلاف بنگالين کي پهرين ڌاڙي احساس ٿي ويو تہ ڪين ملڪ جي اقتدار ۽ ثقافتي سڃاڻپ جي حوالي سان ٻي درجي جو شهري بڻايو وڃي پيو. انهيءَ اڻ برابري جو اڳتي هلي نتيجو نڪتو تہ اسان جو مسلم بنگال، جنهن جي شهر ڍاڪا ۾ 1906ع ۾ مسلم ليگ جو بنياد رکيو ويو هيو ۽ سنڌ کان اڳ پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ جو اعلان ڪيو هيو؛ ان کي هڪ پتڪڙي اقليت "اردو پرستن" جي مقابلي ۾ تيج جهڙو بڻائي ڇڏيوسين ۽ بنگال وڃائي ويٺاسين. بهرحال هاڻي وري سنڌ ڏي اچون ٿا: مان هڪ ڀيري

شيخ عبدالمجيد سنڌي، سنڌ جي قلندر سياستدان سان رهاڻ ڪري رهيو هيس. مون ڪائنس پڇيو ته "شيخ صاحب پاڪستان جي ٺهڻ کان پوءِ توهان خوشي محسوس ڪئي هوندي؟" ته گاڏڙ ساڏڙ لهجي ۾ جواب ڏنائين ته "خوشي ان لحاظ کان ٿي ته هڪ آزاد مُلڪ وجود ۾ اچي ويو جنهن جي لاءِ اسان جيل جون صعوبتون ۽ قلم جو پورهيو ڪيو، جڏهن 14 آگسٽ 1947ع تي باک ڦٽي ته شام تائين محسوس ڪري وَرتم ته زمين پيرن جي هيٺان نڪرندي وڃي پئي ۽ سنڌي ٻولي جو وجود خطري ۾ پئجي ويو آهي."

پوءِ ته ٿيو به ائين ته سنڌ جي جاگيردار سياستدان، اقتدار ۾ ٻئي درجي جو شهري ٿيڻ قبول ڪري، ڪراچي ڌارين جي حوالي ڪري پاڻ ياڄ ڪائي وڃي حيدرآباد جا وڻ وسايا. جڏهن ته سنڌي ٻولي ۽ ڪراچي جي مسئلي تي وري به پڙهيل ڳڙهيل ۽ روشن خيال طبقي مزاحمت ڪئي. انهي مزاحمت جي سرواڻ وَري به الوحيد اخبار هئي. پر الوحيد جي اها آخري هڏڪي هئي ۽ ٿوري وقت کان پوءِ نوڪر شاهي جي نامياري عملدار جنرل اسڪندر مرزا ۽ گهرو ڪاتي جي پرڏيهي سيڪريٽري الوحيد تي بندش هڻي ڇڏي. هاڻي سنڌي پريس ۽ سياستدان، سنڌ جي اختيارن تي ٻن حصن ۾ ورهائجڻ لڳا. سنڌي پريس جي هڪ حصي تي جاگيردار ۽ وڏيرڪي سياست ڪي سنڌين جي سيني مٿان مڱ ڏرڻ لاءِ نواءِ سنڌ ۽ مهراڻ جهڙين اخبارن کي آندو ويو. پر ٻي پاسي جناب جي ايم سيد جيڪو پنهنجي اوائلي سياست ۾ سيد پرستي جي ڇنڊڻ کان بچي ڪونه سگهيو هيو، ان سنڌ جي قوم پرست ۽ روشن خيال سياست جي سرواڻ طور ميجتا حاصل ڪري وَرتي ۽ "قرباني" ۽ "صبح سنڌ" اخبارون روشن خيالي جون ترجمان ٿي سگهجن ٿيون. سنڌ ويهن سالن جي مختصر عرصي ۾ وَري به ون يونٽ جي غلامي ۾ جڪڙجي وئي. ڇو ته سنڌ جي غلامي جو ذميوار جاگيردارانه ذهنيت جو ابن الوقت ۽ ڏيڍ جو پڪي سياستدان هيو. جڏهن ته ون يونٽ جي غلامي جو ٻڌو سنئون اثر سنڌ جي پڙهيل ڳڙهيل ۽ هيٺين طبقي تي پئجي رهيو هيو. ڇو ته سنڌ جي نوڪرين، وڻج واپار ۽ زمين تي ڌارين جو غلبو وڌيڪ ڇوهائي سان شروع ٿي ويل هيو. انهيءَ سموري تڪسات خلاف جدوجهد جا موڙ ٻڌي ۽

اڳتي وڏي اچڻ جي تواريخي ذميواري سنڌ جي پڙهيل ڳڙهيل طبقي شاندار نموني نڀائي. انهيءَ دؤر ۾ سنڌ ۾ لازوال ۽ شاندار مزاحمتي ادب پيدا ٿيو جنهن جي اتساهه سان قومي ڪارڪن جو تصور نئين سر اُڀرڻ لڳو. جڏهن ملڪ جي حڪمران ڏرين محسوس ڪيو ته ون يونٽ ۽ صوبائي خودمختياري جو مسئلو ڳنڀير صورت اختيار ڪندو وڃي ٿو ته نوڪر شاهي ۽ فوج گڏجي جنرل ايوب خان جي اڳواڻي ۾ ملڪ تي آڪٽوبر 1958ع ۾ مارشلا هٽي اقتدار تي قبضو ڪيو. ايوبي آمريت، اچڻ سان ملڪ ۾ سياسي چرپر تي پابندي هڻي ڇڏي ۽ سياستدان گهٽي پاڳي ته وڃي نئين ڏاڍ ۽ جبر جي آڏو جهڪيا ۽ جن ۾ ضمير ۽ هوش حواس هيو سي بندي خانن جي حوالي ٿيا. نئين مارشلا سرڪار پاڻ کي سڌ سماءَ جي حوالي سان قابض بنائڻ لاءِ آزاد اخبارن جي حيثيت ختم ڪرڻ لاءِ سرڪاري "نيشنل پريس ٽرسٽ" قائم ڪيو ۽ سرڪار مخالف اخبارن تي قبضو ڪيو يا بندش هنئي. سنڌي پريس ته اڳ ۾ ئي لڏي لمي ۽ غوطا کائي رهي هئي سا وڌيڪ ساڻي ٿي پئي. نيٺ اڳتي هلي سنڌ جي تواريخ ۾ اُڀرندڙ وچولي طبقي جي جدوجهد سان 1969ع ۾ ون يونٽ جو خاتمو ٿيو. هتي هڪ نقطو وَرجائڻ ضروري سمجهان ٿو ته پڙهيل ڳڙهيل طبقي جي آڏو سنڌ جو جاگيردار شرمساري جي ڪري معافي جو طلبگار بڻجي بيٺو هيو. پر جيئن چوندا آهن ته "ڏڪ جهلي پولڙي ۽ ڪٽيو ڪائي فقير"، تيئن ون يونٽ جي خاتمي لاءِ قلم جي جهاد سان گڏوگڏ جيلن جي سزائن ۽ صعوبتن سان منهن ڏيڻ جو ڪاٽ ڪلهي تي ته هينئين وچولي ۽ هاري پورهيت طبقيءَ کنيو پر ڪٽيو وري به جاگيردار ۽ وڏيري کي نصيب ٿيو. ان هوندي به ورهاڱي کان پوءِ سنڌي پڙهيل ڳڙهيل طبقي لاءِ روزگار جا دروازا جيئن بند ڪيا ويا هئا ته ون يونٽ جي خاتمي کان پوءِ ڪجهه نه ڪجهه ڪين هڙ پَلئه پيو. جاگيردار سياستدان جي اولاد به ايستائين تعليم حاصل ڪري ورتي هئي ۽ سندس ذهن ۾ ويهجي ويو هيو ته جيستائين نوڪر شاهي ۾ حصو پتي نه ٿو حاصل ٿئي اوستائين اقتدار ۾ پير ڪوڙي نه سگهندو. جنهن ڪري سياسي رشوت ۽ وفادارين تي نوڪري ۽ روزگار جي ذريعن کي وِرهايو ويو.

صاحبو!

انهي زماني ۾ سنڌ ۾ پريس جي نقطه نگاهه کان مڙئي آزادانه سوچ ۽ فڪر جي روش اُڀرڻ لڳي جنهن جي پٺيان قوم پرستيءَ جو جذباتي اُڀار به ڪم ڪري رهيو هيو. ۽ قوم پرست سياستدان ظاهر طور "مرڪز گريزي" جو مبلغ بڻجي اُڀريو هيو ته اندروني طور پنهنجي طبقي جي رکوالي طور مرڪز پرستي جو به طرفدار هيو. جڏهن ته جاگيردارانه ذهنيت ۽ مرڪز پرست ٽولو سنڌ ۾ قوم پرستي کي ڪنهن منطقي نقطه نظر سان نبيرڻ جي برعڪس ڇيپاتي چيمپئن بڻجڻ ۾ اڳ اڳرو هيو. سنڌي پريس به سنڌ جي مسئلن ۽ مونجهارن بابت ٻٽو معيار اختيار ڪيو هيو سنڌي پريس جو هڪ گروهه مصلحت پسندي، ذاتي لالچ ۽ لوڀ ۾ قاسي سرڪار جي ساراهه ۽ ثنا خواني ۾ ميراثي بڻجي ويو ۽ ٻيو ڪمزور گروهه جيڪو ايماندارانه طور قوم پرستي ۽ ترقي پسندي کي سنڌ جي نجات سمجهي رهيو هيو سو آدرشن جي نالي ۾ شخصيت پرستي ۽ تقليد پرستي جو پوئلڳ بڻجي بيٺو هيو. ڇو ته پڙهيل ڳڙهيل ۽ هيٺيون وچولو طبقو نوڪري چاڪري يا وڏيري سياستدان جو پيچ لٽڪائو بڻجي ويٺل هيو، باقي جيڪو نالي ماتر طبقو وڃي بچيو هيو انهن مان ڪي آزادي جي اڻ پوري سپني جي ڳولا ۾ ۽ ڪي وَري طبقاتي هڻ هٽان ۾ سرگردان رهيا، ائين پڙهيل ڳڙهيل طبقو ڪنهن به نقطي تي اڪٽي وڏڻ لاءِ سهمت تي جدوجهد ڪرڻ کان پڙڪيدي بيهي رهيو. جنهن ڪري سنڌ جو والي وارث اڻ گهڙيو سياستدان تي ويٺو ۽ پريس کي به پنهنجو ڳيجهو بڻائي ڇڏيو.

پر ستت ئي 5 جولاءِ 1977ع تي فوجي جنتا مارشلا هٽي، چونڊيل سرڪار جو تختو اونڌو ڪري اقتدار تي سنئون سڌو قبضو ڪيو ته سنڌ جو قوم پرست ۽ جاگيردارانه ذهنيت جو سياستدان جيڪو سنڌ جي مٿان ڌهه سِر قربان ڪرڻ کان وٺي آزادي جو ڪيڏارو ڳائڻ ۾ پورو هيو ان نماڻائي سان آمريت جي آڏوسيس نمايو. پوءِ ڏسندي وائسندي برصغير جي تواريخ ۾ هڪ دردناڪ واقعو ٿيو ۽ سرزمين سنڌ جو فرزند، عوام جو نبض شناس ۽ سياسي غلطين جو اُرتڪاب ڪندڙ 4 اپريل 1979ع تي هڪ خسيس ڏوهه ۾ قاسي چاڙهيو ويو ۽ ٻيو ته ڇڏيو پارٽيءَ جا ڪرتا ڌرتا به عوام ۽ ڪارڪنن کي دم، دلاسي، دوکي ۽ دولاب ۾ رکندا آيا.

پر مارشلا جي اوماس جهڙي اونداهي کي 1983ع جي هلچل ڏنڏواڙي ڇڏيو. انهي هلچل جو سِرواڻ ۽ ساهه سنڌ جو هيٺيون وچولو طبقو ۽ ڪڙمي ڪاسبي هيو. انهي تحريڪ جي اثرائتي زور جي ڪري ابن الوقت سياستدان به شريڪ ٿيڻ کان پاڻ بچائي نه سگهيو. ساڳي سنڌي پريس به پنهنجي مٿان جبر ۽ سنسر جو چوغو ڪنهن حد تائين سرڪائي ڇڏيو. اها تحريڪ مقرر دڳ ۽ پيچرو اختيار ڪرڻ ڏانهن وڃي رهي هئي ته سياستدان طبقو گولي ڏئي غائب ٿي ويو ۽ تحريڪ مانيٽي پئجي وئي.

ان هوندي به سنڌي ماڻهن جي جدوجهد آمريت جي ڪوٽ ۾ ڏارون وجهي ڇڏيون. ان کان اڳ جو آمريت جو ڪوٽ ڦهڪو ڪري ڍَهي پوي، ان کي بچائڻ لاءِ نالي ماتر جمهوريت جو ليپو پوچي ڪرائيندي غير جماعتي چونڊن جو سانگ رَچايو ويو. غير جماعتي چونڊن جو سياسي جماعتن ته بهشڪار ڪيو پر پنهنجو سدا حيات سياستدان ڪُڏُ ڏئي ڪاهي پيو.

ملڪ جي قابض حڪمرانن عوام جي وڌندڙ سياسي شعور کي روڪڻ لاءِ چونڊن جو سانگ رچايو ته ٻي پاسي سنڌي عوام ۽ سنڌي پريس جيڪا ملڪي ۽ بين الاقوامي سطح تي ميڃتا ماڻي وئي هئي ان ۾ به هٽ وجهڻ لاءِ لٽ ۽ چٽ جو وهنوار شروع ڪيو ويو. هونئن ته ملڪ ۾ نئشنل پريس جي اثر هيٺ سرڪاري ثناخوانيءَ لاءِ اخبارون ۽ رسالا موجود هئا ۽ هٿراڌو قومي پريس (اردو) به اشتهارن ۽ سرڪاري نوازشن جي طلبگار هئڻ ڪري لکنو جيَ وڏگهراڻن جو عادتون ۽ اطوار اختيار ڪري چڪي هئي. اهڙين حالتن ۾ سنڌي پريس تپرس ۾ وجهندڙ قومي ڪردار ادا ڪري رهي هئي. ان ڪري حڪمرانن سنڌي پريس کي به هٽ وجهڻ جا ڪرتب ۽ ڪارناما شروع ڪيا. جنهن کي لٽ ۽ چٽ جو وهنوار چيو وڃي ٿو.

دوستو ۽ مانوارا ساٿيو!

هن مهل تائين جيڪي به اوهان جي اڳيان ڳالهايو اٿم ته ان مان تت هيئن ٿو بيهي ته پاڻ ڏکٺارڪي صورتحال ۾ وَرتل آهيون ۽ ائين پيو لڳي ته پاڻ هڪ لاعلاج مرض ۾ وَرتل آهيون. پر ائين به هرويرو ڪونهي. منهنجي سنڌي پريس ۽ ان سان لاڳاپيل سياست لاءِ وَري به راءِ آهي ته

"متان سمجهين مُئا مور سارا." مان ائين چوڻ ۾ ڪابہ هبڪ محسوس ڪونہ ٿو ڪيان. سنڌي پريس ۾ بہ بلئڪ ميلنگ ۽ ڪريپي صحافت جا موتمار جيوڙا گهر ڪري رهيا آهن تہ بہ سنڌي پريس پنهنجي عاقبت، عزت ۽ مان شان کي هتراڌو مڙهيل قومي پريس جي ڪتراڳ ۽ ڪيچل کان متيرو رکندي حقيقي قومي پريس جو ڪردار ادا ڪيو آهي. مان وَري بہ يادگيريءَ لاءِ ورجايان ٿو تہ اوهان کي ياد هوندو تہ بہ تي وَرهيہ اڳ ٽنڊي بهاول ۾ هڪ قهري ۽ انسانيت دشمن واقعو ٿيو هيو. اسان جي زوريءَ مڙهيل "قومي اخبارن ۽ قومي سنڌ سماع جي ادارن" مارجي ويل بي گناھ ڳوٺاڻن کي ڌاڙيل ظاهر ڪندي هٿيارن پڪڙڻ جي دعويٰ بہ ڪئي هئي. پر سنڌي پريس "قومي پريس" جي درجي جو حق جيڪو سنڌ جي ماڻهن کيس عطا ڪيو آهي، ان جي پوئواري ڪندي سموري واقعي جي متان پيل ڪوڙ، مڪاري ۽ منافقت جي چادر لاهي ڦٽي ڪئي.

هاڻي اڄ جي حوالي سان سنڌي پريس جنهن کي مان اڳ ۾ ئي حقيقي پريس جو درجو ڏئي آيو آهيان سا جمهوريت، قومي حقوقن ۽ انساني آزادي جو پرچارڪ ڪردار تہ نڀائي رَهي آهي، پر جمهوريت ڪنهن جي لاءِ؟ ۽ جمهوريت ڇا جي لاءِ؟ ان ۾ اتفاق راءِ تي سهمت ٿيڻ جي حساب ڪتاب ۾ داخل تي نہ سگهي آهي ڇو تہ اڄ جي سنڌي پريس جي آڏو گڏيل مقصد هڪ مبهم عڪس تہ ليکي سگهجي ٿو پر چٽو ۽ واضح مقصد ڪونهي. شايد اها رنڊڪ آهي جيڪا سنڌي پريس جي آڏو هڪ وڏو سوال آهي.

باقي رَهيو اسان جو ڇٽيھ لکڻو سياستدان سو تہ سنڌ جي ٻَڌ ڇوڙ جو گذريل مُني صديءَ کان مالڪ ۽ وارث بڻجي ويٺل آهي. هو هاڻي تہ پنهنجي بچاءَ ۽ بقا لاءِ نيون حرفتون ۽ اٽڪلون بہ سکي ويو آهي. پر مجموعي طور قومي ڪردار ۽ قومي سڃاڻپ تباهي جي ڪناري تي پهتل آهي. اسان جو سرموڙ سياستدان جيڪو ڪنهن بہ پارٽي ۾ ويٺل هوندي بہ پنهنجي طبقي جو نگهبان ۽ ڪنهن بہ پارٽي جو مطيع ۽ فرمانبردار ڪونهي. پر جنهن بہ پارٽي ۾ ويٺل آهي ان کي جيڪب آباد جي ميلي ۾ وڪرو ٿيندڙ ڪَتل (ڪارڪن) وانگر سمجهي رهيو آهي تہ "ڪِلُ ڙي ڪَتل توکي کائيندا خان پروچ". ظاهر آهي تہ عوام ڪتل جيان وٽ

آهي ۽ ان کي ۽ پرائيندڙ جاگيردار ذهنيت جا سياسي وارث، جنهن ڪري پارٽيون جاگيردارانہ سياست جي ذهنيت وٽ گروي ۽ غلام آهن.

هاڻي انهي وايو منڊل ۾ هڪ ئي رستو بچي ٿو تہ جمهوريت، آزادي ۽ انسانيت جو طرفدار پڙهيل ڳڙهيل طبقو ۽ قومي ڪارڪن هوندو آهي جيڪو هِتان جي قومي سجاڳي جو نگهبان ۽ امين هوندو آهي اهو اجا تائين مايوسي جي اونداهي گڦا ۾ هرويرو هٽوراڙيون هٽي رهيو آهي سو اڳتي وڌي جاگيردارانہ روش ۾ قاتل سلسلي کي پاسيرو ڪري تواريخ ۾ پنهنجو سونهيل ڪردار ادا ڪري. ان لاءِ وري بہ وَرجايان ٿو تہ پارٽي کان وٺي عوام ڏانهن رويو جمهوري ذميواري وارو رکڻ ۾ نجات آهي. ڇو تہ لطيف سرڪار جي زباني جمهوريت جو مقصد آهي:

ڪَت بہ ڪَنبِ بہ۔ اڳيان توريندڙ تِکا

۽ ظاهر آ تہ توريندڙ جو درجو تہ عوام کي حاصل آهي. ان جو تورو تڪو ڏيک عوام گذريل چونڊن ۾ ڪري ڏيکاريو آهي پر جيڪڏهن اسان ڪن لاتار جي مَرض ۾ ورتل آهيون تہ والي وارث سياست جي چشڪي ماڻڻ وارن کي تنبيہ ڪندي فرينچ انقلاب جو مثال ڏيڻ ضروري سمجهان ٿو: ڇو تہ ڪلهہ ۽ اڄ کان پوءِ سياڻو بہ آهي. جنهن ڏينهن 14 جولاءِ 1789ع تي فرينچ انقلاب پئي آيو، ان ڏهاڙي لوئي سورنهون، نيرن مان واندو ٿي ڊائري ۾ لکي رهيو هيو تہ ڪا خاص ڳالهہ ڪانهي جو لکان، ملڪ ۾ امن امان لڳو پيو آهي. ايتري ۾ سندس ڪنن تي گوڙ گهمسان ۽ ٺڪائن جا آواز پهتا تہ پاسي ۾ بيٺل مصاحب ڏانهن مهڙ ڪندي چيائين:

"ڇا اها بغاوت آهي؟" (Is this revolt?)
"نہ! جيئندا قبلا اهو تہ انقلاب آهي."
(No; Sire This is Revolution)

منهنجا لائق ۽ سچيت مهربانو!

ياد رکو اسين تواريخ جي انهيءَ بہ واٽي تي پهتل آهيون جتي اوهان کي هئڻ، نہ هئڻ جو فيصلو ڪرڻو آهي. ان لاءِ اسان جي حقيقي قومي

پريس يعني سنڌي پريس ۽ سياستدان کي ماڻهپي، جمهوريت ۽ سنڌ سان گڏوگڏ انسان ذات جي ڀلائي لاءِ پاڻ ارپڻ گهرجي ۽ يا تہ وري لائقن ۽ فائقن لاءِ ميدان ڇڏڻ گهرجي، نہ تہ وقت وڏو استاد آهي. ۽ تواريخ قومي بقا ۽ فنا جو عظيم ڪتاب آهي.

21 آڪٽوبر 1994ع
تي سر شاهنواز ڀٽو لئبرري ۾ پڙهيل

# تعليمي سرشتي جو ڏيوالو ۽ سماج ۾ تبديلي جي تقاضا

منهنجا ڀائرو ۽ سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئشن جا عهديدارو!

مان اوهان جو ٿورائتو آهيان جو مون کي اوهان مَدَئجي جي شهر ۾ سنڌ جي هڪ ٻرندڙ مسئلي تي ڳالهه ٻولهه ڪرڻ جي نينڊ ڏني آهي. هونئن ته مان پنهنجي لاءِ اهو ٻه هڪ اعزاز سمجهندو آهيان ته سنڌ جي ڪنهن ٻه قومي مسئلي ۽ ماهري تي قومي ڪارڪنن کي ان جي لائق سمجهيو وڃي ته ساڻس ويهي وندر وروٺ ڪندي چار چونڪ ڳالهين جا ڪري سگهجن. ڇو ته مون جهڙي قومي ڪارڪن جو پس منظر ڪنهن وڏ ماڻهپ ۽ معتبري جي سَندَ، ۽ ورثي جي سياسي ۽ سماجي مان ۽ شان سان رنگيل ڪونه آ پر هڪ پورهيت پيءُ جي پورهيت پٽ هئڻ جو اعزاز آهي. مان سنڌ جي انهن قومي ڪارڪنن جي قافلي جو فرد آهيان جن کان روايتي اديب، دانشور ۽ محلاتي سياستدان پاسو ڪندا آهن. ڇو ته جَڳ جي انهن مَڙهيل ڏاتارن جي، منهنجي مٿان تهمت هوندي آهي ته سياسي جيوڙو آهي ان ڪري پاسو ڪرڻ گهرجي ته مَٿان ڪنهن وبائي مَرض ۾ ڪنيجي وڃون. ٻي پاسي محلاتي سياستدان، ان ڪري مون کي ڀانسار ۾ ڦٿو ڪرڻ لاءِ پنهنجي حرفت جو ماندڻ پکيڙيو وينو آهي ته تواريخ جي ڪارج ۽ تقاضا مطابق مون کي سندس تڏا ويڙهه ڪرائڻي آهي. مان ئي اهو پتڪڙو پسونَ آهيان جيڪو موجوده فرعون جي گهر ۾ موسيٰ ٻڻجي نئين روپ ۽ سروپ سان آيو آهيان. پر منهنجي "مان" اوستائين ان سندر سپني جي ساڀيان ٻڻجي نه ٿي سگهي جيستائين منهنجي "مان" جي مان ۽ مريادا رکڻ وارا صدين جي اگهور ننڊ منجهان پاسو وَرائي بيدار ٿين، اهو آهي سنڌ جو عوام جنهن کان سواءِ اسين قومي ڪارڪن اڻ پورا ۽ اڌورا آهيون.

رفيقو!

اوهان جنهن موضوع تي هيءُ سيمينار ڪوٺايو آهي ان جو مکيہ اسم آ "ڪاپي ڪلچر جو آزار ۽ ان مان قومي سطح تي رَسندڙ هاڃا ۽ عذاب." انهيءَ زمري ۾ استاد، شاگرد، تعليم، تعليمي ادارن جو مقصد ۽ مَان وغيره اچي وڃن ٿا. پر ٿورو ويچار ڪيم ته لڳو ته انهن سيني عنوانن سان لاڳاپيل لفظ سماج آهي. ان جو مطلب ته قومي سجاڳي، جيابي ۽ جهد جو ڳانڍاپو سماج سان آهي. ۽ سماج جو ڪارج هوندو آهي اڳتي وڌڻ. هاڻي انهيءَ آڌار سان سنڌي سماج جي بَخيا اڌيڙ ڪيون ٿا ته جمود ۾ وَرتل ۽ نيستيءَ ڏانهن مائل پيو لڳي. ائين ڪٿي چئجي ته پنهنجو سماج اهڙي بيٺل پاڻي وانگر آهي جنهن جي مٿاڇري تي گدلو ۽ بدبودار سينور والار ڪيون بيٺل آهي. ائين سنڌ ۽ سموري ملڪ جو سماج جنهن ۾ تعليم سان گڏوگڏ ٻيا به ادارا ڀينگ ۽ ڏيوالي ڏانهن وڃي رهيا آهن. ۽ اهو سماجي سرشتو صدين کان سنڌ ۽ هِن خطي جي ڳچيءَ ۾ طوق آهي. ان بدبودار سماج جو نالو آهي "جاگيردارانہ سماج" جنهن جي پيڙا ۽ عذاب منجهان مڪتي حاصل ڪانہ ٿي سگهي آهي.

• جاگيردارانہ سماج جو تت هيئن چئي سگهجي ٿو:

"اهڙو سرشتو جنهن جا رکوالا ۽ طرفدار، تڇ جهڙي ٿورائي ۾ هوندي بہ اڪثريت جي مٿان قابض بڻجي ويٺل هجن. انهن جي زندگيءَ جو سماجي مول ۽ متو "طاقت پرستي" جو مطيع ۽ فرمانبردار بڻجي سيني انساني وسيلن ۽ گذران جي ذريعن کي پنهنجن مقصدن ۽ اگهاڙي اقتدار لاءِ ڪتب آڻڻ آهي. اجا بہ سنئون سڌو چئجي تہ انساني پورهئي کي پنهنجي ڦرلٽ جو ذريعو بنائڻ."

هاڻي انهي جاگيردارانہ سماج جي پس منظر تي هڪ مختصر ۽ رڳو مٿاڇري نظر اچلائبي تہ برف رجڻ شروع ٿيندي. انهي سموري وهنوار جو ويجهڙائي ۾ حساب ڪتاب هيئن ٿو بيهي تہ سنڌ ۽ سموري اپکنڊ تي انگريزن جي قبضي ڪرڻ کان اڳ ۾ دائمي جاگيرداري سرشتو موجود ڪونہ هيو. پر سنڌ يا دهلي ۾ جيڪو بہ حڪمران اقتدار ۾ ايندو هيو تہ عارضي بنيادن تي زمين جي وِرهاست نئين سِر ٿيندي هئي. انگريز بهادر جيئن ئي اپکنڊ تي قبضو ڪيو تہ هيڏي ساري خطي کي پنهنجن هٿن ۾

سوگهو ڪرڻ لاءِ وفادارن ۽ ضمير فروشن جا گروهه پيدا ڪيا انهن کي انعامن، اڪرامن ۽ نوازشن ۾ جاگيرون، لقب ۽ آفرين ناما ڏنا ويا. اهڙي طرح پيڙهياتا انگريزن جا وفادار ۽ جاگيردارانه سماج جا پيشوا ۽ مهندار پاڪستان جي هن وجود ۾ آيل ملڪ تي قابض بڻجي ويهي رهيا. ۽ نئين وجود ۾ آيل ملڪ کي موروثي ميراث سمجهي پڳدار بڻجي ويا.

هاڻي انهيءَ طبقاتي سماج ۾ تعليم جو سرشتو به طبقاتي بڻجي ويو، ان جو به تواريخي پس مُنظر سمجهڻ ضروري آهي.

اسان جي اپکنڊ ۾ جيڪي نالي ماتر ظاهر مذهبي ڏيک ويک جي آڙ ۾ مسلم حڪمران گهراڻا آيا آهن، انهن اسلام جي غير طبقاتي سرشتي کي پنيءَ پر اڇلائي طبقاتي سماج قائم ڪري هندوستان ۾ بالادست بڻجي ويهڻ ڏانهن ڌيان ڏنو. ان ڪري پنهنجي اولاد کي جائز وارث ۽ حقيقي بنائڻ خاطر تعليمي ادارن ۾ ڪڙمي، ڪاسبي، پورهيت، واپاري ۽ دوڪاندار جي ٻار سان هڪ بئنچ تي ويهي تعليم حاصل ڪرڻ ۾ عيب ۽ گهٽتائي محسوس ڪئي. ايئن حڪمرانن پنهنجن ٻارن کي تعليم ڏيارڻ واسطي گهرن ۾ ذهين ۽ قابل استادن کي ملازم رکيو ۽ يا ته اميرن ۽ حاڪمن جي اولاد لاءِ جداگانه تعليمي ادارا کوليا ويا. اهڙي تعليمي سرشتي، طبقاتي ۽ اڻ برابري واري غلام ۽ آقا جي تصور کي وڌيڪ مضبوط ۽ اجاگر ڪيو. ان طبقاتي سماج ۾ استاد جو ڪردار مٿانهين طبقي لاءِ هڪ وِٿ ۽ بازاري وکر کان وڌيڪ ڪونه هيو جنهن کي اميرن ۽ اقتدار جي صاحبن پنهنجي مرضي ۽ منشا سان خريد ڪرڻ ۾ ڪا به هٻڪ محسوس ڪانه ڪئي. ان ڪري سماج جو پيڙه پٿر "دولت" ۽ "طاقت" کي سمجهيو ويو. ائين تعليمي سرشتو حڪمرانن ۽ محڪومن ۾ ورهائجي ويو. محڪومن کي مدرسن ۽ پاٺشالائن ۾ درس نظامي، رامائڻ ۽ مهاڀارت جي حوالي سان فرقيوارانه بنيادن تي تعليم ڏني وئي. ۽ غير فرقيوارانه بنيادن تي سائنسي تعليم يعني هنر ۽ حرفت جي تعليم ڏيڻ جي لاڙن جي پنيرائي ڪانه ڪئي وئي.

ان کان پوءِ جديد انگريزي تعليمي سرشتي جي 1813ع ۽ 1854ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپني ڏيٺ ويٺ ڪرائي. انهيءَ تعليمي سرشتي جو به بنيادي مقصد اپکنڊ ۾ قابض انگريزن جو پنهنجي سامراجي عزائمن کي سگهارو

ٻڌائڻ هيو. جنهن ڪري راجائن، مهاراجائن، نوابن، سردارن ۽ انگريزن جي ساراهه ۽ ثناخواني ڪندڙن جي اولاد لاءِ جدا تعليمي ادارا کوليا ويا، جن ۾ ڪين فيشن ايبل جينٽل مين بنائڻ ۽ انگريز بادشاهه سان وفادار ۽ خيرخواهه رهڻ جي سکيا ڏني وئي. سنڌيءَ ۾ پهاڪو آهي ته "ٻنڌي جي مَنَ ۾ هِڪڙي ۽ صاحب جي مَنَ ۾ ٻي"، سو انگريز بهادر ته پنهنجن وفادارن ۽ طرفدارن کي اقتدار ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٻڌائيندي طبقاتي تعليمي سرشتي کي جاگيردارانہ سماج سان لاڳاپي ڇڏيو، پر انهن اميرن، نوابن، راجائن ۽ سردارن جي اولاد ۾ اهليت ئي ڪانہ هئي ته دائمي طور انگريزي اقتدار ۽ انتظام کي ٽيڪو ڏئي سگهن. ان ڪري هڪ تعليم يافتہ وچولو طبقو وجود ۾ اچي ويو ۽ مراعات يافتہ جاگيردارانہ ذهنيت جي اڳواڻ کي قومي سياست جي سربراهي تان لاهي ڦٽو ڪيو. اهو وچولو طبقو قومي تحريڪن جو سرواڻ ٻڻجي، قابض قوتن سان سهڪار ڪرڻ جي برعڪس آزادي جي جنگ وڙهي ڪنهن حد تائين سوڀارو ٿيو. انهي وچولي طبقي جو مثال مهاتما گانڌي محمد علي جناح، جواهرلال نهرو، مولانا عبيدالله سنڌي، مولانا ابوالڪلام آزاد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، الله بخش سومرو ۽ سوڀو گيانچنداڻي آهن.

اڳڪنڊ جي ورهاڱي ڪان پوءِ ٻہ آزاد ملڪ هندوستان ۽ پاڪستان وجود ۾ آيا. هندوستان ۾ تہ آزادي جي جنگ وڙهندڙ سورمن ۽ وچولي طبقي جي انڊين نيشنل ڪانگريس ترقي ۽ جمهوريت جي لاءِ پاڻ موکيو. پر پاڪستان ۾ ان جي ابتڙ هيئن ٿيو تہ جناح صاحب جو واسطو تہ سنڌ جي وچولي طبقي سان هيو پر مسلم ليگ سندس شخصي سحر ۽ مسمريزم جو پيو نالو هيو. انهيءَ مسلم ليگ ۾ وينل سياستدان ابن الوقت، محلاتي سياست جو ماهر ۽ جاگيردارانہ ذهنيت جو طبقو هيو. پر ساڳي وقت هڪ خوش قسمتي هئي تہ اڀرندي بنگال (مشرقي پاڪستان) ۾ جاگيردارانہ طبقي جو وجود گم غائب هيو. نئين ملڪ پاڪستان ۾ بنگالي اڪثريت هئي. پر جاگيردارانہ ۽ جمهوريت مخالف قوتون بنگالين جي حقوقن کي ميٽا ڏيڻ لاءِ ذهني طور تيار ڪونہ هئا. انهيءَ عمل ۾ پنجاب جي نوڪر شاهي بہ شامل هئي. ان حد تائين جو جناح صاحب اردو دان بالادست جاگيردارانہ گروهه جي گهيري ۾ اچي 21 مارچ 1948ع تي ڍاڪا جي هڪ عام جلسي ۾ اعلان ڪيو:

"اردو نئين ملڪ جي رياستي زبان ٿيندي."

اهو غير جمهوري اعلان بنگالين، پنجابين، سنڌين، پختونن ۽ بلوچن جي وڏندڙ تعليمي اختيارن جي نرڙيءَ تي ننهن ڏيڻ برابر هيو. جنهن ڪري اڳتي هلي بنگال ۾ مسلم ليگ جي تڏا ويڙهه ٿي وئي. ۽ انت ته اسان جي اڪثريتي آبادي جو حصو ڌار ٿي بنگلاديش جي صورت ۾ ظاهر ٿيو.

بهرحال وري به اچون ٿا نئين پاڪستان ڏانهن جنهن ۾ جاگيردارانه ذهنيت جو سياستدان حڪمران بڻجي وينو جيڪو جمهوريت، جمهوري عمل، سماج جي اوسر ۽ خوشحالي ۾ رنڊڪ بڻجي بيٺو. ان حد تائين جو جڏهن به ڪنهن چڱائي جو ڪِرٽو پئي ٿِتو ته فوج کي به پنهنجي بچاءَ لاءِ وٺي آيو ۽ فوجي آمريت جو دربان بڻجڻ ۾ به عيب محسوس ڪونه ڪيو. ان هوندي به سنڌ ۾ لڏندڙ لمندڙ ۽ تلڪندڙ هيٺيون وچولو طبقو سنڌي ٻولي جي بقاءَ بچاءَ لاءِ اُٿي بيٺو ۽ پنهنجي حيثيت ميجرائي دم ورتو. اڳتي هلي جڏهن سنڌ جي ضمير فروش جاگيردار، ون يونٽ جي غلامي ۾ سنڌ کي ڏئي ڇڏيو ته مخالفت جو سرجڻهار هيٺيون وچولو طبقو جنهن ۾ دانشور، اديب، قومي ڪارڪن اچي وڃن ٿا سو اڳتي وڌي آيو ۽ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. ۽ نيٺ سنڌ ون يونٽ جي سنگهرن مان آزاد ٿي. پر طاقت تي قابض جاگيردار طبقو رهيو. انهيءَ جاگيردار طبقي تمام هوشياري ۽ حرفت سان پنهنجي ازلي مخالف اُڀرندڙ هيٺين وچولي طبقي کي ڇڙوڇڙ ڪرڻ لاءِ "لٺ ۽ چٽ" (Stick and Carrot) کان ڪم ورتو. ان لاءِ دلبي ۽ فريب خاطر ڪجھ نوڪريون چاڪريون ڏنيو ويون. جنهن تي قومي ڪارڪن جهڪڻ کان انڪار ڪيو ان لاءِ ڏنڊو، جيل ۽ ٽاٽا ڪوليا ويا. اجا به اڳتي وڌي تعليمي ادارن کي پنهنجي سياسي ۽ سماجي جوڙجڪ لاءِ رنڊڪ سمجهندي صحت مند سياسي ۽ سماجي ڪلچر جي اوسر جي ابتڙ ڪاپي ڪلچر جي ڄار کي وڇايو ويو جنهن ۾ هيٺيون وچولو طبقو ڦاسي پيو. جڏهن ته جاگيردار جي آل اولاد ته طبقاتي تعليمي ادارن ۾ داخل هئي ۽ يا ته وري سفارش ۽ ڏوڪڙ ڪلچر جي آڌر استاد ۽ وچولي طبقي جي سرجڻهارن پاڙ کي ڪيرائي وڌو. انهيءَ ڪري صورتحال هيئن وڃي بيٺي ته هيٺيون وچولو طبقو جيڪو تواريخي هلچل جي

اصولن مطابق جاگيردارانه ۽ ويڪائو طبقي جي ڳچيءَ ۾ لوهي چنبو ثابت ٿيڻو آهي سو هيئنئون هاري ويهي رهيو ۽ قومي تحريڪن ڪان فرار حاصل ڪري پاڻ به هڪ جاگيردار بڻجي، جاگيردارانه تعليمي ۽ سماجي سرشتي جو داس بڻجي وينو. اهڙي طرح هيٺيون وچولو طبقو جنهن ۾ استاد، شاگرد ۽ پڙهيل ڳڙهيل طبقو اچي ٿو جيڪو انساني شعور ۽ ذهني اوسر جو علمبردار هوندو آهي تنهن ڪاپي ڪلچر ۽ خسيس مفادن جي دلبي تي قومي ڪلچر جي آجپي ۽ اميد تان هٿ کڻي انفرادي مفادن جو نوڪر بڻجي فرار حاصل ڪيو.

ائين اسان جي سرواڻ يعني اُڀرندڙ وچولي طبقي جي فرار جو سڀ ڪان پهريائين لڳ ڪانداربندڙ اثر تعليمي ادارن تي پيو. ۽ اهي تعليمي ادارا جيڪي ڏاها، گڻوان ۽ انسانيت دوست هستيون پيدا ڪندا هئا اُتي سياسي ڪارڪن جي نالي ۾ داداگير، دهشتگرد، جيالن ۽ ڪڙتالين جا وَلر سامائجي پيا. نيٺ اڳتي هلي چڱائي جي اوسر کي ڀنجو اچي ويو ته بنياد پرستي ۽ فرقيواريت جو پوت جاڳي پيو ۽ فرقيوارانه ۽ مذهب پرستي جي بنيادن تي تنظيم سازي ٿيڻ لڳي.

دوستو!

هاڻي اسان جي آڏو صورتحال چٽي ٿي هيئن بيٺي آهي ته موجوده سماج جنهن جو نالو مون جاگيردارانه سماج رکيو آهي سو پنهنجي بدبوءِ سان انساني ذهن جي سوچ ۽ لوچ کي منتشر ڪيون وينو آهي. سنڌ جو اديب، دانشور، ڏاهو ۽ قومي ڪارڪن به نيستي جي ڏٻڻ ۾ ڦاٿل آهي ته پوءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟

ان لاءِ مان هڪ گذارش ڪندس ته مايوسي ۽ فرار حاصل ڪرڻ جي انتها جڏهن ڪارونيار بڻجي ماحول تي ڇانئجي ويندي آهي. تڏهن ائين پيو لڳندو آهي ته ملڪ مان مور مَري، لڏي ۽ کپي ويا ۽ ڪارونجهر ڪانيارو بڻجي ويو آهي، ته اميد ۽ آسري جو ڪِرڻو هن سماج جي مٿان ڇانيل ڪارونيار مان چلڪندڙ چاندي وانگر روشني جو شعاع بڻجي ليئا پائيندو آهي ان شعاع کي ڏاهپ جي زبان ۾ احساس چئبو آهي.

ان ڪري اجوڪي هن سيمينار جي آڏار ۽ سموري سنڌ ۾ ٽڙيل پکڙيل بحث مباحثن کي آڏو رکندي چئي سگهجي ٿو ته اسان کي پنهنجي

تباهيءَ جو احساس ٿيو آهي. ان جو مطلب ته زوال جي آخر تائين پهچي ويا آهيون. ان زوال جو ڪارڻ ٻه ڳولي ڪڍيو آهي ته نئين سماج جي اڏاوت ۾ هٽ ونڊائيندڙ تعليم جو ٻلوان ۽ شڪتيوان بنجڻ آهي. اسان جي قومي ڇوٽڪاري جو جواب به "تعليم" جي هڪ نقطي ۾ سانپيل آهي. تعليم جو واڌارو، قومي ڪلچر ۽ مسئلن مَامرن جي حَل ڪرڻ جو واحد وسيلو آهي. آمريڪا جي مَرهيات صدر لنڊن بي جانسن تعليم جي هڪ سيمينار ۾ ڳالهائيندي چيو هيو:

"مان اسڪول جي بئنچ تي ويهي هڪ وڏو سچ پرايو. اهو سچ آهي ته قومي مسئلن ۽ مونجهارن يا سموري سنسار جي مسئلن جو حَل هڪ ئي لفظ ۾ سمايل آهي، جنهن کي "تعليم" چيو وڃي ٿو."

پيارو ۽ مهربانو!

هاڻي اسان کي گڏجي فيصلو ڪرڻو آهي ته تعليم ۾ هرويرو ڪاپي ڪلچر جي پنيرائي ڪري، انفرادي مفادن جا غلام ٻڻجي قومي آپگهات يعني خودڪشي قبول ڪيون ۽ جاگيردارانه سماج جا ٻَڌا ٻانها ٿي بيهون يا جياپي جي جنگ وڙهون. ڇو ته توهان سنڌ ۽ ملڪ تي قابض قوتن سان نه وڙهندؤ ته به هو توهان سان وڙهندا، توهان وڙهندؤ ته به وڙهندا- ياد رکو ته هي انگريزن جو روحاني اولاد جيڪو سنڌ ۽ پاڪستان جي ٻَڌ ڇوڙ تي قابض ٻڻجي وينل آ ان کي اقتدار کان محروم ڪري عام انسانن جي لاءِ ڇوٽڪاري جي واٽ ونڻ جي اهليت جو امام هينيون وچولو طبقو ۽ ان سان لاڳاپيل ڪرمي، ڪاسبي ۽ پورهيت ٿي سگهي ٿو. پر انهيءَ ڇوٽڪاري لاءِ ضروري آهي ته تعليم ۽ تعليمي ادارن جو تقدس بحال ڪيون ۽ جاگيردارانه سماج جي حرڪت سان وچايل "ڪاپي ڪلچر" جي ڄار منجهان پاڻ کي آزاد ڪرايون، اها اڄ جي تقاضا آهي.

مان اوهان سيني پيارن، دوستن ۽ ساٿين جو شڪرگذار ۽ احسان مند آهيان جو توهان مون کي پنهنجن خيالن جي اظهار جو موقعو ڏنو.

سگا مدئجي جي سيمينار ۾ پڙهيل تقرير
23 مئي 1995ع

# آزادي ۽ انقلاب

مير مجلس
مانوارا ڀائرو ۽ ڀينرو!

السلام عليڪم
جناب جي ايم سيد جي ذات ڪي، اسان ڪان وڇڙندي ورهيہ جي وٿي پئجي وئي آهي. ان هوندي بہ سيد جي جُدائيءَ جو ويساهہ نہ ٿو اچي. پر اڄ هِن ميڙاڪي ۾ محسوس ٿئي ٿو تہ سن ۾ هُجون ۽ سيد نہ هجي تہ معنيٰ سنڌ جو لائق ۽ فائق فرزند سنڌ جي گود ۾ دائمي آرامي آهي ۽ جسماني طور، اسان سيني ڪان جدا ٿي چڪو آهي. مان هڪ عام قومي ڪارڪن جي حيثيت ۾ گذريل ٽيهن ورهين ڪان سِن جو پانڌيئڙو رَهيو آهيان. ۽ اختلافن هوندي بہ سيد صاحب جي قرب، محبت، پيار ۽ پاڀوهہ ۾ جَهڪائي ۽ سرد مهري محسوس نہ ٿي. هڪ لڳا تہ پاڻ هڪ خط ۾ دير ڀرو اچڻ جو اشارو ڏيندي لکيائين:

سن 74-12-19ع
عزيزم ميان امان الله شيخ

السلام عليڪم
آخر ڇا هي چاهي؟ جن لاءِ ساعت نہ سَري سي وَرهيہ لايو ڇڏين.
جواب ڏئي ڪم از ڪم نصف ملاقات ڪراءِ

زياده خير
غلام مرتضيٰ

مهربانو!

اوهان کي ياد هوندو ته گذريل سال، سيد صاحب جي چاليهي تي مون تقرير ڪندي چيو هيو ته جي ايم سيد جي جِند، جيئي سنڌ تحريڪ جي ڪارڪنن مٿان هڪ گهاٽي بڙ جي ڇانو جيان هئي. انهيءَ ڇانو جي پاسيري ٿيڻ کان پوءِ اوهان رڻ پَٽ ۾ سفر ڪندڙ هڪ قافلي وانگر آهيو. ان ڪري اوهان جي مٿان ذميواري اچي ٿي ته مستقبل ۾ تقليد پرستي ۽ نعريبازي جي خفت کان پاڻ کي آجو ڪندي، موجوده حالتن کيَ ذهن ۾ رکندي، سياسي ۽ سماجي حڪمت عملي تيار ڪرڻي پوندي.

انهيءَ حوالي سان مان سمجهان ٿو ته هِن ميڙاڪي ۾ سنڌ ۽ ملڪ جي ڪنڊڪڙڇ کان آيل ساٿين جي ذهن ۾ سڌي يا اڻسڌي طرح هيٺيان سوال هُري ڪُري رهيا آهن ته:

* جي ايم سيد، اسان جي لاءِ پوئتي ڇا ڇڏي ويو آهي؟
* اسان ڪٿي بيٺل آهيون؟
* اسان جو مستقبل ڇا آهي؟
* نيٺ ڇا ڪجي؟

رفيقو!

مان پنهنجي سوال کي کڻندي ته، جي ايم سيد اسان جي لاءِ پوئتي ڇا ڇڏي ويو آهي؟ جي ڇنڊڇاڻ لاءِ فرانس جي جڳ مشهور ليکڪ وڪٽر هيوگو (1885ـ 1802ع) جا موتين جهڙا لفظ وَرجايان ٿو، جيڪي هِن يلي مانس والٽيئر (1778ـ 1694ع) جي سو ساله جنم ڏينهن تي شراڌ نجلي طور اُرپيا هئا.

"حياتي ڪيڏي به عظيم ۽ شاندار ڇو نه پر تواريخ پنهنجو فيصلو صادر ڪرڻ لاءِ هميشه موت جي منتظر هوندي آهي."

جڏهن گذريل سال جي ايم سيد پنهنجي زندگيءَ جو بليدان ڏنو ته، مان سمجهان ٿو ته تواريخ سندس لاءِ هيٺيون فيصلو صادر ڪري ڇڏيو:

"هتي سنَ ۾ سنڌ جو صالح ۽ سُچار فرزند آرامي آهي، جيڪو سنڌ واسين جي مَن ۽ ذهن ۾ هڪ نقش ڇڏي ويو ته سنڌ جي نالي سان هڪ وطن آهي، ۽ ان وطن ۾ رَهندڙ منش جيڪو وطن جي عزت ۽ آبرو جو واهرو بڻجي ٿو سو سنڌي آهي." ٻورن لفظن ۾ ته سيد، سنڌ وطن ۽

سنڌي قوم جي تسلسل ۽ تصور جو پيامبر هيو. ايئن اهڙي مانائتي وٽ سيد، اسان جي لاءِ ورثي ۾ ڇڏي ويو آهي.

دوستو!

اسان لاءِ پڻ سوال جو ڦهلاءُ ۽ وستار اِيڏو ته اڻ کٽ آهي جو هِن ميڙاڪي ۾ مختصر نموني بيان ڪرڻ سان شايد مقصد کي سمجهائڻ ۾ ڏکيائي ٿئي. ڇو ته هِن سوال جو جواب سياسي تواريخ ۽ سماجي پس منظر سان لاڳاپيل آهي.

تواريخ جي جهروڪن ۾ ليئو پائي ڏسبو ته اهڙا اڪيچار مثال موجود آهن ته ڪنهن به سياسي ۽ سماجي انقلابن جي آمد لاءِ ميدان/ ماحول جو سازگار هئڻ ڪارائتو هٿيار هوندو آهي ته جيئن پراڻي سرشتي يا نظام کي ڊاهڻ لاءِ وک وڌائي سگهجي. ڇو ته نئون انقلاب، نئين قالب ۽ پرٽ سان پراڻي سرشتي کي ڊاهڻ؛ وقت جي گهرج ۽ ضرورت بڻبو آهي. پر جيڪڏهن سرشتي کي ڊاهڻ ۽ انقلاب جي آمد لاءِ ڪابه ابتدائي رٿا بندي به ڪيل نه هوندي آهي ته پوءِ سماج، خانه جنگي، ڇڙواڳي ۽ انارڪيءَ جي اُڙاهه ڏانهن ڪسڪندو ويندو آهي. ۽ موٽ ۾ انقلاب ۽ آزاديءَ جي سڪٽي نانءَ جي آڌار تي آمريت جي ڏُوتي سورنهن سينگار ڪري استقبال لاءِ بيٺل هوندي آهي. ان ڪري ياد رکڻ گهرجي ته هر هڪ انقلابي تحريڪ جي عروج ۽ زوال جي تواريخ سان سماجي عمل به لاڳاپيل هوندو آهي.

انهيءَ آڌار سان جيڪڏهن سنڌ جي تواريخ جو پوتاميل اُکيان کٽي بيهون ٿا ته ڏسڻ ۾ اچي پيو ته ماضي بعيد ته ڇڏيو پر ماضي قريب ۾ به سنڌي سماج گهٽي ياڳي ذاتي ويڇا بندي ۽ شخصي سحر ۾ وَرتل نظر اچي پيو. جنهن ڪري حال ۾ به سنڌي سماج طبقاتي ڇڪتاڻ، ذات پرستي، تنگ دلي، مذهبي فرقيواريت، نسل پرستيءَ ۽ ثقافتي مونجهاري ۽ جمود ۾ قابو آهي، ۽ سنڌي سماج کي ابتدائي دور جو قومي سماج به چوندي ڦڪائي محسوس ٿئي ٿي. ان ڪري سياسي جدوجهد يا قومي آزاديءَ جي نالي ۾ انفرادي مفادن جا مطيع ۽ زبردست بڻجي هنبوڇيون هڻي رهيا آهيون. اصل ۾ هيئن آهي ته سنڌي سماج جاگيردارانه قومي روش جي گرداب ۾ ڦاسي پيو آهي. جنهن ڪري سياسي کيتر ۾ سهپ،

رواداري، وسعت خيالي ۽ هڪ ٻئي سان اختلاف راءِ جي احترام واري ڪارڄ کي ڪاري ضرب لڳي آهي. ائين جنهن به فرد جي ڪنهن خاص فرقي، گروهه يا جماعت سان وابستگي آهي ته فرد جي ذهن ۾ ويهاريو ويجي ٿو ته وطن جي مڙني مسئلن جي نجات ۽ ڇوٽڪاري جو راز ۽ چابي سندس جماعت يا گروهه وٽ آهي.

هاڻي انهيءَ صورتحال کي ذهن ۾ رکندي ڏسڻ گهرجي ته پاڻ ڪٿي بيٺل آهيون. ان لاءِ گذارش آهي ته ماضيءَ ۾ مان به جيئي سنڌ تحريڪ جو سرگرم ڪارڪن رهيو آهيان، ۽ وس آهر ڪوشش ڪري پنهنجا هٿ ڪوئلن جي ڪنهن به ڪاروبار ۾ ڪارا نه ڪيا اُتم جو شرمسار ٿيڻو پوي. شايد اهوئي مکيه ڪارڻ آهي جو جيئي سنڌ تحريڪ سان حڪمت عملي ۽ طريقه ڪار تي شديد اختلاف به رهيا آهن پر اوهان جي مهرباني آهي جو وساريو نه ٿا. ڇو ته منزل ۽ ماڳ مڪان کان لاتعلق ۽ بيخبر ناهيون.

پيارو ۽ پينرو!

اوهان جو ماڳ ۽ مڪان پلجان نه ٿو ته:

آزادي ۽ انقلاب آهي.

پر آزادي ڪيئن ايندي ۽ انقلاب لاءِ ماحول ڪيئن سازگار ٿيندو؟ ۽ انقلابي عمل لاءِ ڪهڙيون قوتون تواريخي ۽ سماجي ذميواري نڀاهينديون؟ ان لاءِ مان نماڻائي سان عرض ڪندس ته اوهان منجهيل مومن ٻنجي مسئلي جي بنيادي ڪارڻ کان ڪن لاتار ڪري ڇڏي آهي. جنهن ڪري توهان تبليغي جماعت ته ٻنجي سگهو ٿا پر انقلاب ۽ آزادي لاءِ اڳواڻي ڪرڻ جي اهليت وڃائيندا وڃو پيا. ڇو ته آزادي ۽ انقلاب ته عوام جي سهڪار سان ايندو آهي ۽ اوهين عوام کان عملي طور ڪوهين ڏور آهيو. آزاديءَ لاءِ، ڏکڻ ايشيا کان ٿيندي، سڄي دنيا ۾ عدم تشدد يا اهنسا کان وڌيڪ پيو اثرائتو هٿيار ڪونهي. اهنسا جو واسطو جمهوريت، جمهوري اصولن سان لاڳاپيل آهي، ۽ بدقسمتيءَ سان ورهاڱي کان پوءِ هن ملڪ ۾ جمهوريت جي ڦلدائڪ وڻ جو ميوو چکڻ ۽ ان جي سار سنڀال لهڻ، جنهن طبقي جي ذميواري ۽ گهرج آهي، ان کي اُسرڻ ئي نه ڏنو ويو آهي. ان جي برعڪس هن ملڪ ۽ سنڌ جي سياست تي قابض طبقي، حقدارن

کي نفرت جي لائق ۽ حاڪميت کي پنهنجو تواريخي ورثو ۽ حق سمجهيو آهي. اهو غاصب طبقو آهي جاگيردارانہ ذهنيت رکندڙ،ت ۽ تواريخ ۾ ان جي تڏا ويڙهہ ڪندڙ ايرندڙ وچولو طبقو ۽ ان جون سهڪاري ڌريون يعني سنڌ جو پيڙجندڙ ۽ پورهيت طبقو آهن. اچا بہ انهن ٻنهي طبقن جي وچ ۾ سنڌ جي سياسي ۽ سماجي جدوجهد جي ٻن مد مقابل دورن جي نشاندهي ڪرڻ سان مقصد ۽ مراد کي سمجهائڻ ۾ وڌيڪ سولائي ٿيندي. اهو هيئن تہ:

1ـ 23 مارچ 1936ع تي سنڌ جي بمبئي کان آزادي جي هلچل کي منزل تي رسائڻ ۾ عملي ڪردار تہ پڙهيل ڳڙهيل ۽ روشن خيال طبقي جو هيو، پر سنڌ جي اقتدار تي قابض وري جاگيردار طبقو ٿيو، جيڪو سنڌ کي غلامي جي پنجوڙن ۾ ڦاسائيندڙ ۽ انگريزن جو درباري ۽ خوشامدي هيو. انهيءَ طبقي پنهنجي لولي لنگڙي اقتدار خاطر، حرفت، سازش ۽ عياري سان الهہ بخش سومري (1943 ـ 1900ع) کي مَارائيو، سنڌ ۾ اُيرندڙ سامراج دشمن علامت ۽ وچولي طبقي جي نمائندگي کي نڙي تي ننهن ڏياري چڏيو.

2ـ اپکنڊ جي ورهاڱي کان پوءِ، اهو ساڳيو انگريزن جو پاليل تاتيل طبقو آڪٽوبر 1955ع ۾ سنڌ جي سڃاڻپ کي ڏاگهہ تي چاڙهي؛ ون يونٽ جي غلامي ۾ ڏئي اقتدار جو پچ لٽڪائو ٿيو. پر انهيءَ زماني ۾ سنڌ جو اُيرندڙ وچولو طبقو نئين سر سڃاڻپ جي ابتدائي دؤر مان گذري رهيو هو. جنهن مان منهنجي مراد سنڌ جو دانشور، شاگرد طبقو ۽ ترڙيل پکڙيل قومي ڪارڪن، انهن گڏجي ون يونٽ خلاف جدوجهد جو جهنڊو اُڀو ڪيو. جناب جي ايم سيد، جنهن جو سماجي طور واسطو تہ سنڌ جي پيراڻي طبقي سان هيو، ان تواريخ ۾ پنهنجو مثبت ڪردار ادا ڪندي، سنڌ جي ويڪائو پير، مير ۽ وڏيري جي سنڌ دشمن طور طريقي جي مخالفت ڪندي؛ سنڌ جي سڃاڻپ جو طرفدار ٿي بيٺو. جنهن ڪري ڪيس سنڌ جي سڄاڻ طبقي پاران محب- سنڌ جو لقب ڏنو ويو.

ائين اهي ٻئي دور ترتيب وار هيئن بيهن ٿا:

1ـ قومي آزادي جي ابتدائي هلچل، جنهن کي سنڌ جي بمبئي کان آزادي جي زمري ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو.

2۔ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ون يونٽ خلاف جدوجهد جنهن ۾ سنڌ قومي سڃاڻپ جي ويڙهاند ڪئي.

پر ون يونٽ جي خاتمي کان پوءِ پاڪستان جي شاطر حڪمرانن بنگال جي جمهوري بالادستي کي قبول نہ ڪيو. جنهن جي پڄاڻي بنگلاديش جي شڪل ۾ بنگال جي جدائي ۾ ظهور پذير ٿي. انهيءَ جمهوري اصولن جي انحرافي ۾ سنڌ جو پير، مير ۽ وڏيرو بہ پاڪستان جي حڪمرانن سان هڪ صف ۾ بيٺل هيو. جناب جي ايم سيد جمهوري حقوقن جي هھڙي نموني بيخ ڪني ۽ پائمالي ٿيندو ڏسي سنڌ جو ڇوٽڪارو آزاديءَ ۾ ڳوليو لڌو. ان لاءِ سيد جو دليل هيو تہ پاڪستاني فوج ۽ نوڪر شاهي جيڪي ڪلور ۽ ڪيس بنگال ۾ ڪيا آهن، انهن بين الاقوامي سطح تي پاڪستان جي ساک کي هاڃيڪار ڌڪ رَسايو آهي. اهڙين حالتن ۾ جيڪڏهن سنڌي اُٿي پوندا تہ آزادي ۽ نجات حاصل ڪري سگهجي ٿي. پر سنڌ ۾ سنڌي قوم جي ڳالهہ ڪرڻ واري جو مٿو ڀڃڻ لاءِ اسان جو چونڊيل پير - مير وڏيرو يعني جاگيردارانہ ذهنيت جو سرواڻ، سنڌ مخالف ڌرين سان ڀِٽ ٿي بيٺل هيو. انهيءَ طبقي پنهنجي اقتدار کي بچائڻ لاءِ قوم پرست ۽ ترقي پسند ڌرين سان عقوبتون ڪرڻ ۽ عذاب ڏيڻ ۽ مَارائڻ جي حد تائين ڪابہ ڪَسر ڪانہ ڇڏي. انهيءَ زماني ۾ ابراهيم منشي اُپ ڪئي چئي ڏنو هيو:

مون پڪ سڃاتا پنهنجا هئا،
گڏ ڌارين سان ڪي ڌاڙي ۾.

ساٿيو!

اسان، سٽت ئي محسوس ڪري ورتو تہ آزاديءَ جي جنگ وڙهڻ لاءِ ذهني لست کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪونهي في الحال۔ اسان تہ سنڌ جي ماٺهو کان ووٽ وٺڻ جي حيثيت تائين بہ رَسائي حاصل ڪري نہ سگهيا آهيون تہ آزاديءَ جي جنگ مان مراد ڇا هئڻ گهرجي. ڇا ائين تہ ڪونهي آزادي جي جنگ ۽ سنڌ جي آزادي کان پوءِ اقتدار تي قابض وَري بہ ابن الوقت ۽ ڊنڊ جي پڪيءَ جيان بيوفا طبقو رَهندو جيڪو سنڌي سماج جي رَدوبدل ۾ رنڊڪ ۽ ڳچيءَ ۾ ڳٽ ٻڌجي پيل آهي. ان لاءِ لازمي ٿيندو تہ

انهيءَ بيوفا طبقي کي اقتدار کان محروم ڪرڻ ڏانهن به توجه ڏيڻ گهرجي. ان لاءِ ضروري آهي ته هي طبقو جيئن وسيع تربنيادن تي بين الاقوامي سطح کان ملڪي سطح تائين منظم آهي تيئن پاڻ کي به نئين سِرصف بندي ڪرڻ ۽ منظم ٿيڻ گهرجي. انهيءَ سوچ ويچار سان ڪيترائي ساٿي سهمت ٿيا. ان حد تائين جو سيد جي اجازت سان اين ڊي پي ۽ بي اين پي جي حوالي سان ابتدا ٿي. هتي هڪ ڳالهه ٻڌائڻ ضروري سمجهان ٿو ته پي اين پي جي باني مير غوث بخش بزنجو جنهن سان مون سياسي رفاقت جا ٻارنهن وَرهيه گذاريا، ان پنهنجي تجربي ۽ ڏِگهي نظر جي آڌار تي ڄاڻي وَرتو هيو ته هِن خطي ۾ سياسي سربراهي جو بار سنڌ جي ڪلهن تي مستقبل ۾ اچڻو آهي. ان ڪري هِن سڄاڻ شخص عام سياسي روايت پرستي ۽ سجاده نشيني جي بدعت کي پٺيءَ پر اڇلائيندي صلاح ثباب ڪرڻ کان پوءِ مون جهڙي عام قومي ڪارڪن کي پارٽي جو سربراه مقرر ڪيو. مير صاحب جي انهيءَ فيصلي سان پارٽي ۾ شامل سنڌ جي سياسي وڏيرن ۽ سرڪاري خابرن جي رنڊڪي ۾ رولو پئجي ويو. پوءِ انهن مهربانن جيڪي وارداتون ڪيون سو هڪ جدا داستان آهي. ائين ڪٿي سمجهو ته انهن پنهنجي ذاتي انا، ادمبر ۽ معتبريءَ کي قائم دائم رکڻ لاءِ پارٽي کي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو. ائين ڇو ٿيو؟ ان جو صاف جواب آهي ته هِن ملڪ جي پارٽين ۾ ادارا سازي جي سڄ ۽ ڀينگ ۽ تير تڪلي تي ڪَارج اڪلائڻ واري وهنوار جي ڪري پير پختا ڪري نه سگهيا آهيون.

ڀائرو!

آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ سياسي کيتر ۾ ٽي ڏاڪا اُڪرڻا پوندا آهن:

1ـ جمهوري ۽ آئيني جماعت جو هئڻ.

2ـ ڪارڪنن جي ذهني تربيت لاءِ ادارا سازي.

3ـ مڪمل آزادي لاءِ سرفروشن جو گروهه.

هاڻي اوهان انصاف ڪرڻ جي ساهمي پنهنجي هٿن ۾ ڪٿي، تورتڪ ڪيو ته ڪاٿي بيٺل آهيو؟ ته توهان کي پاڻ مرادو وَرندي ايندي ته:

يہ وہ سحر تو نهين جِسَ کا همين انتظار تا.

ساڳيءَ ريت جيئي سنڌ تحريڪ جي حيثيت بہ هڪ سواليہ نشان آهي تہ توهان ڪاٿي بيٺل آهيو؟ تہ تُز جواب آهي جاگيردارانہ قوم پرستيءَ جي گهيري ۾. اهڙي قوم پرستيءَ لاءِ سياسي ٻول چال ۾ اقليت يا ٿورائي جو لفظ ڪتب آندو ويجي ٿو. اقليت کي عام حساب ڪتاب ۾ سمجهيو ويندو آهي تہ انسانن جو اهو انگ جيڪو تعداد جي لحاظ کان گهٽ هُجي ۽ پنهنجي حفاظت لاءِ هميشہ ڇڪتاڻ جي ڏٻڻ ۾ لُڇي ڦٿڪي رهيو هجي. پر سماجي نقطہ نگاهہ کان اقليت جو مطلب هڪ اهڙي ڪمزور جماعت ۽ گروهہ جيڪي تعداد ۽ صلاحيت جي نقطہ نگاهہ کان پاڻ کي ان لائق نہ سمجهندو هجي تہ پاڻ کان طاقتور گروهہ سان گڏ رهي قومي حقن جي حفاظت لاءِ پاڻ ۾ اعتماد پيدا ڪري سگهي.

ان ڪري اسين هينئر جاتي بيٺا آهيون اتي اسان ۾ اعتماد جو فقدان ۽ ارادي تي پڪو پختو ٿي بيهڻ جي کوٽ ۽ اڻ هوند آهي. ائين اوهان خوف ۽ دٻ جي ڪيفيت ۾ مبتلا هڪ اقليتي گروهہ آهيو، جنهن کي سياسي جماعت چوڻ ۾ هٻڪ محسوس ٿئي ٿي.

مهربانو!

هاڻي سوال آهي تہ "اسان جو مستقبل يا آئندو؟"

موجوده سنڌ- جنهن کي جاگيردارانہ سماج جي اگهور ننڊ ۾ ستل سنڌ چئجي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو. پر پوءِ بہ سنڌ، تواريخ جي امامت ڪرڻ لاءِ اونداهيءَ ۾ هٿوراڙيون هڻي اٿڻ لاءِ هلڪا سَلڪا پاسا ورائي رهي آهي. پر ان لاءِ فرض بڻجي ٿو تہ گهگهہ اونداهہ کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪو ڪرتب ڪم آڻجي. اهو ڪرتب آهي تہ اتڪل اڌ صدي اڳ الهہ بخش سومري جي نالي ۾ ايرنڊڙ وچولي طبقي جي شمع پڙڪو ڪاڍو هيو، ان شمع کي ٻيهر جلائڻ جي ضرورت آهي. ها- پر انهيءَ سموري ڪارگذاري تي عمل ڪرڻ ۽ وک وڌائڻ کان اڳ رٿابندي لاءِ هڪ نقطو سمجهڻ گهرجي تہ سنڌي جي سياست ۽ سماج دنيا ۽ جهان ۾ ڪا ڇڳل ۽ ٽٽل وِٽُ ڪانهي. ائين سنڌ واسي موجوده بين الاقوامي وايومنڊل کان ٿيندي ڏکڻ ايشيا ۽ برصغير جي صورتحال ۾ الڳ ٿلڳ رَهي نہ ٿا سگهن. ۽ ذميواري

اچي ٿي ته مستقبل جي پيش بندي ۽ پيش رفت ڪرڻ کان اول پنهنجي چوڌاري ڏسون وائسون ۽ دنيا جهان تي نظر اچلايون. ائين ويجهڙائي ۾ جيڪي تبديليون رونما ٿيون آهن. جنهن ڪري هڪ ٻئي کي خوني نگاهن سان ڏسندڙ قومون هڪ ٻئي جي ڀاڪرن ۾ ڳراٽڙين ۾ آهن. دنيا ۾ فڪر، ڌاهپ ۽ سياسي ساڃاهه جون ڇوليون هڪ ڪنڌ کان ڇوهائي سان اُڀري ٻين ڪنڌن تي اثرانداز ٿي رهيون آهن ته پوءِ ناممڪن آهي ته سنڌ جي مسئلن، مونجهارن ۽ مستقبل کي هڪ چوديواري ۾ بند ڪري ويچار ڪري سگهجي.

ته پوءِ ڇا ائين سوچڻ لاءِ مجبور آهيون ته سنڌ جي گود خالي ۽ اجڙيل آهي؟

نه ائين به ڪونهي.

ياد رکو ته سنڌ جو سماج ڪثرت کان وحدت ڏانهن وک ۾ وک کڻي رهيو آهي. سنڌ تصوف جي ملامتي فڪر ۽ ڌاهپ جو مرڪز آهي. ڇو ته سنڌ ۾ تصوف، دين ۽ ڌرم نه پر فڪر آهي. انهيءَ فڪر جي مرڪز، ماضي ۾ حسين بن منصور، ميان مير سنڌي، دادو ديال، داراشڪوه، شاهه عنايت شهيد، مخدوم بلاول، شاهه لطيف، سچل، سامي، بيدل، بيڪس تائين انسانيت کي هڪ تسبيح ۾ پوئڻ جو ڪم ڏنو آهي. انهيءَ تسلسل جي علامت ۽ تسبيح جو داڻو جي ايم سيد به آهي جنهن کي شرڌانجلي ارپڻ لاءِ پاڻ هتي گڏ ٿيا آهيون. اهڙي ريت جي ايم سيد جي لاءِ عقيدت جا گل نڇاور ڪرڻ لازمي آهي ته سنڌ جاگيردارانه سماج جي سَرد خاني ۾ ڄميل آهي، ان جي رجڻ لاءِ والٽيئر (1694ع ـ 1778ع) ۽ روسو (1712ع ـ 1778ع) جي پڙڪندڙ انقلابي اُماڙين جي ضرورت آهي. مان ويساهه سان چوان ٿو ته اهي انقلابي اماڙيون کڻي انقلاب جا اڳواڻ تواريخ جي ذميواري ۾ اوهان ۽ اسان آهيون. اهو ئي سنڌ جو ۽ سڄي ملڪ ۽ اپکنڊ جو مستقبل آهي.

سڄڻو!

هاڻي آخري پيچيده سوال آهي ته نيٺ ڇا ڪجي؟

مان مٿي سنڌ جي تواريخ جي آڌار تي هن صديءَ ۾ ٻن اهم موڙن جو ذڪر ڪيو آهي: هڪ، سنڌ جي بمبئي کان آزادي ۽ ٻيو ون يونٽ

خلاف سنڌ جي قومي سڃاڻپ جو موڙ. تيئن هاڻي هڪ اهم ويڙهه لاءِ صف بندي ۽ مورچہ بندي ڪرڻ جي ضرورت آهي. اها آهي تہ سنڌ جي سياسي ۽ سماجي اقتدار کان قابض ڌرين کي محروم ڪرڻ جي جنگ. جنهن کي ٽورن لفظن ۾ سنڌ جي قومي ۽ سماجي جنگ ليکي سگهون ٿا، ڇو تہ چوٿائي صديءَ جي سياسي ۽ سماجي ويڇابنديءَ ۾ هاڻي انهي حد تائين پهچي ويا آهيون جو:

اسين نہ ٿا وڙهون تہ بہ هُو وڙهن ٿا، اسان وِڙهون ٿا تہ بہ هُو وڙهن ٿا. ايئن عزت ۽ عظمت لائق ڪهڙو رَستو آهي اچو تہ گڏجي فيصلو ڪيون. پر لازمي آهي تہ پنهنجي منزل، مقصد ۽ مراد سان عشق يعني محبت ۽ سچائيءَ سان ڇنبڙي پئون.

اهڙي رَهنمائي ڪندي امير خسرو چيو آهي:

ڪافر عِشقم مسلماني مرا د رڪار نيست
(مان عشق جو ڪافر آهيان، مون کي مسلماني درڪار ڪونهي)

يا لطيف سائين بہ رَهبري ڪندي چوي ٿو:

ڪوڙو تون ڪفر سين، ڪافر م ڪوٺاءِ
هندو هڏمَ آهين، جٽيو تومَ جَڳاءَ
تِلڪ تنين سين لاءِ، سچا جي شرڪ سين

سنڌ واسيو!

ان ڪري هينئين سان هنڌائڻ گهرجي. نالي ماتر آزادي ۽ انقلاب جي نالي ۾ نام نهاد ۽ جڙتو خوشحالي جو آسرو ۽ اميد لايائتي موت ڏئي نہ سگهندا آهن. پر قومي ڪاج ۾ بد دلي، بزدلي جا گهرا ڇاپ ۽ عڪس پڌرا ٿيندا آهن. هن وقت دنيا ۾ منظم تشدد ۽ دهشتگرديءَ جي خلاف هاءِ دوس ۽ واويلا متل آهي. انهيءَ صورتحال ۾ سنڌ سڄوريءَ ۾ جاگيردارانہ دهشتگردي ۽ نسل پرست دهشتگردي جي ٻن چڪين ۾ جيڪو طبقو پيسجي رَهيو آهي ان جي نجات سان انسان ذات ۽ سنڌ جو آجپو واڳيل آهي. ڇو تہ انهيءَ آجپي جو سرواڻ سنڌ جي وچولي طبقي کي بڻجي، سنڌي سماج جي تواريخ کي نئين رنگ ۽ ڍنگ سان، پنهنجي ست ۽ سگهہ وسيلي لکڻو آهي.

آخر ۾-

مان اوهان سيني جو ٿورائتو آهيان جو هڪ عام قومي ڪارڪن ڪي توهان وَرهن ڪان پوءِ ڳالهائڻ جو موقعو ڏنو آهي. مان سمجهان ٿو ته اجا به ڪيترائي سوال رَهجن ٿا. ان لاءِ حياتي رَهي ته وَري گڏجي ويهنداسين ۽ نيڪ نيتي سان هم صلاح ٿينداسين.

مهرباني، لک لائق

سنڌ ۽ انسان ذات لاءِ
امن جو دعاگو
امان الله شيخ

25- 4- 1996ع
(جناب جي ايم سيد جي
پهرين وَرسيءَ تي سن ۾ ڪيل تقرير)

# جئن جئن جهلي جڳ

عزت ۽ احترام لائق

پائرو، پينزو ۽ ڪنور ڪانفرنس جا ميزبانو!

اڄ ڪنور ڪانفرنس جي حوالي سان پاڻ سنڌ جي هڪ ڪُندائتي شهر جروار ۾ گڏ ٿيا آهيون، جيڪا سنت ڪنور رام جي شهادت کان اڳ هڪ عام رواجي وَسندي هئي، جنهن کي ڪنور جي ناماچار ۽ قربانيءَ هڪ تواريخي شهر جو مان ۽ مرتبو بخشي ڇڏيو. ڇاڪاڻ ته ڪنور رام ڪو عام رواجي ڳائڻو ۽ ڀڳت ڪونه هئو، پر سنڌ ۾ جنون، فرقيواريت ۽ ڪٽر پڻ جي خلاف جُهد ۽ جهاد جي علامت ۽ ادارو هيو. ۽ جڏهن سنڌ سڳوري ۾ فرقيواريت جي باهه ڀڙڪي اُٿي، جنهن جي ابتدا ته لاڙڪاڻي جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ڳيريلي کان ٿي، پر نفرت ۽ نفاق جي لڪير، مسجد منزل گاهه سکر جي فسادن ۽ فتني ۾ پڌري ٿي بيٺي؛ ۽ پوءِ ڏسندي وائسندي سموري سنڌ فرقيوارانه باهه جي ڀيڙن ۾ وڪوڙجي وئي. اهڙي ڏکٿارڪي صورتحال ۾ امن ۽ ايڪتا جي سفير سنت ڪنور رام جي شهادت مذهبي ڪٽر پڻ ۽ جنون جي باهه کي پنهنجي رت جي ريج سان وِسائڻ جي ڪوشش هئي.

مهربانو!

هن نفسانفسيءَ جي دور ۾ ڪنهن به ڪانفرنس يا سيمينار ۾ رڳو وڃي اعزاز خاطر ويهڻ ۽ زباني جمع خرچيءَ جهڙي تقرير ڪرڻ، انصاف ۽ حق جي روءِ سان غير ذميواري آهي. ان ڪري ڪنهن به ڪانفرنس ۾ اچڻ لاءِ ۽ بحث مباحثي لاءِ ايجنڊا جو هُئڻ ضروري آهي.

انهيءَ حوالي سان ڏِسبو ته نينڊ ڏيندڙ ڏُر، اسان جا ميزبان يعني سنڌي

ادبي سنگت جروار جا ساٿي؛ تَڙ تڪڙ ۾ شايد ايجنڊا ظاهري طور پڌري ڪري نه سگهيا آهن. پر ان هوندي به هڪ ڳالهه سمجهڻ گهرجي ته ڪنهن به گڏجاڻي، سيمينار ۽ ڪانفرنس ۾ جيڪڏهن ظاهري طور ايجنڊا نه به هوندي آهي ته به ايجنڊا هوندي آهي. ان ايجنڊا جو نالو آهي "اڻ تڻ ۽ ويچار ڪرڻ." لاشڪ تہ انهيءَ اڻ تڻ ۽ آنڌ مانڌ سان لاڳاپيل حالتن، اسان جي سڄاڻ ساٿين کي مجبور ڪيو ته هن ڪانفرنس جو سڏاءَ ۽ انتظام ڪن. ان ڪري هن ڪانفرنس کي "ڪنور ڪانفرنس" جو نالو ڏيڻ جڻ ته ايجنڊا جو اعلان ڪرڻ آهي. ڇو ته ڪنور جو نانءُ ڪٽڙ جنون، فرقيواريت ۽ سماج ۾ ننڍ وڏائي خلاف جهاد جو علم اُڀو ڪرڻ آهي.

رفيقو!

سنڌ ۾ ڪنور (1939- 1885ع) جي ڪُسڄڻ ڪان وٺي پروفيسر هاسا رام (1939- 1888ع) جي قتل ۽ روشن خيال وزيراعظم، الهه بخش سومري (1943- 1900ع) جي شهادت تائين تواريخ جا تابناڪ ورق گواهه آهن ته سنڌ واسي فرقيواريت ۽ جنون، ڪٽرپڻ ۽ انتها پسندي جي خاتمي لاءِ سِرَ جو ٻليدان ڏيڻ ۾ هٻڪ محسوس ڪونه ڪيا ڪن. پر هتي تورو ڌيرج ۽ فيسنتائي سان ڏيان ڏيڻ گهرجي ته جنهن فڪر جي بچاءَ لاءِ ڪنور ڪان وٺي الهه بخش ۽ ٻين اڻ ڳڻين ۽ گمنام انسانن رت جي ريج سان آبياري ڪئي ته ڇا اسان، انهيءَ مشن ۽ مقصد کي عملي طور اڳيرو ڪرڻ ۾ پنهنجو هٿ ونڊايو آهي؟ سو هڪ اهم، سنجيده ۽ حَل طَلب سوال آهي.

دوستو!

انهيءَ ڪنيل سوال کي سمجهڻ لاءِ لازمي آهي ته سنڌ ۽ ملڪي وايومنڊل جو ڇيد ۽ ڇنڊڇاڻ ڪيون. سنڌ جو سماج هڪ پوسٽ، مونجهه ، بيزاري، نااميدي، نفاق ۽ مطلب پرستي جي مرض الموت ۾ لُڇي ڦٿڪي رهيو آهي. سنڌي سماج جو اهڙي ڪيفيت ۾ مبتلا ٿيڻ جو خاص ڪارڻ آهي ته سماج تي، تواريخ جي موجوده موڙ تي اهڙيون ڪريناڪ قوتون قابض آهن، جيڪي سنڌ جي ملڪي ۽ عالمي ڪردار ادا ڪرڻ جي صحت مند اوسر، واڌاري ۽ ردوبدل ۾ رنڊڪ بڻجي بيٺل آهن.

جنهن ڪري سنڌ جو قومي ڪلچر ۽ قومي ڪردار جي حوالي سان جمود ۾ وَرتل آهي. ان ڪري قومي ايڪتا ڏانهن وڌڻ جي بجاءِ فرد پرستي جي مَرض ۾ وڪوڙبا وڃون پيا.

مان هتي سنڌ جي قومي ڪلچر ۽ قومي ڪردار جي مختصر وضاحت ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو.

## 1- قومي ڪلچر:

سنڌ کي امن، انسان ذات جي اتحاد خاطر عالمي برادريءَ جي واداري لاءِ اڻ ٽڪائيندڙ، اڻ کُٽندڙ ۽ اڻ ٽٽندڙ ڪردار ادا ڪرڻو آهي. ڇو ته سنڌ مختلف مذهبن جي سنگم جو مرڪز، تصوف ۽ ويدانت جو ميلاپ ۽ داراشڪوه جي مجمع البحرين جي عملي شڪل جو مَرڪز آهي. ائين سنڌ جو قومي ڪلچر وحدت الوجوديت، انسان ذات جي ايڪتا، امن ۽ عالمي برادري جي سونهري اصولن سان لاڳاپيل آهي.

## 2- قومي ڪردار:

سنڌ جي قومي ڪلچر جي سڃاڻپ ۽ پرچار جي ذميواري سنڌ واسين جي ڪاتي ۾ آهي. جنهن ۾ قومي ڪردار هڪ مرڪزي نقطي جي حيثيت رکي ٿو. ائين قومي ڪردار جو مقصد آهي ته سهپ، رواداري ۽ پنهِجن حقن جي حصول لاءِ ڪاربند رهندي ذات پرستي، فرقہ پرستي ۽ فرد پرستي جي مخالفت ڪرڻ. ڇو ته اهڙا اوگڻ غلامانہ ذهنيت کي سگهارو بڻائيندا آهن. ۽ فرد پرستي ته مرڪز پرستي، استحصال ۽ ڦرلٽ لاءِ قومي ڪردار جي تباهي ۾ بنيادي عمل دخل جو ذريعو بڻبي آهي.

انهيءَ آڌار ۽ صورتحال کي اکين آڏو رکندي، ڏسنداسين ته صاف ۽ چٽو لڳي پيو ته سنڌ جو قومي ڪلچر جموديت ڏانهن وڃي رَهيو آهي. ساڳي ريت قومي ڪردار جي نقطہ نگاهہ کان بہ نيستيءَ ڏانهن مائل آهي.

سنڌ واسيو!

هي وشال اپکنڊ، جيڪو راس ڪماريءَ کان هماليہ تائين ۽ هماليہ کان سنڌو ماتري تائين پکڙيل آهي. ان ۾ عام روايتي درسگاهن، مدرسن ۽ پاٺشالائن کان سواءِ صوفي درگاهن، خانقاهن ۽ آشرمن ۾ علم، عرفان ۽ ماٺيپي جي ساڃاهہ کي نوبنو ڪرڻ سان گڏوگڏ سماجي ۽ ثقافتي واداري

لاءِ به سدائين شاندار ڪردار ادا ڪيو آهي. ڇو ته تصوف عملي زندگي جي لاهن چاڙهن دوران نجات ڏانهن رهنمائي جو فڪر آهي ۽ ڀاڄ يا فرار جي علامت ناهي. اڃا به هيئن چئجي ته تصوف يا ويدانت هڪ اعليٰ اخلاقي طريقه ڪار آهي جنهن جي پيروي ڪرڻ ۾ سماجي ۽ ثقافتي جياپي جو مانائتو رستو آهي. پر صوفي سڏورن جون درگاهون ۽ خانقاهون، آشرم ۽ اوتارا، مڙهيون ۽ مَڪان ڀاڄ ڪاڏل، مايوس، شڪست خورده ۽ ذهني طور مفلوج ۽ ناڪاره آدمين جون پناهه گاهون ڪونه هونديون آهن. انهيءَ حوالي سان پنهنجي ماضي ڏانهن ڪنڌ وَرائي ڏسون ٿا ته انهن خانقاهن، اوتارن ۽ درگاهن ۾ ارڏا ۽ اڻ موٽ انقلابي ڪردار نظر اچن ٿا. انهن عظيم ڪردارن ۾ ڪنور رام به هيو. انهيءَ ساڳئي سلسلي جي ڪڙي ۽ صف ۾ ذهن تان غبار لاهي ڏسنداسين ته سنڌ جو سائين جي ايم سيد به بيٺل نظر اچي ٿو.

ڀائرو!

ڏسڻ گهرجي ته سنڌ ۾ تصوف جا مرڪز، ماڳ، مَڪان ۽ اوتارا ڪهڙي ڪارج سان لاڳاپيل آهن؟ ته هڪ تلخ ۽ زهريلي حقيقت يا سچائي پڌري ٿي سامهون اچي بيهي ٿي ته هي مرڪز، اوتارا، درگاهون، آشرم رڳو ساراهه ، ثناخواني، خوشامد پرستيءَ ۽ فراريت جا دوڪان بڻجي ويا آهن. اهڙي ريت شاهه عنايت شهيد، لطيف، سچل، سامي، بيدل، بيڪس ڪان ٿيندي اڄ جنهن مرڪز تي حاضر ٿيا آهيون ته تصوف جي نالي سان ظاهري ڏيک ويک ۽ نماءَ خاطر ورد وظيفا ته موجود آهن. پر تصوف جيڪو پنهنجي فڪر جي آڌار سان عملي زندگيءَ ۾ سماج جي دک، پيڙا ۽ پيڙجندڙ طبقن جي مُڪتي لاءِ هڪ روشن رستو آهي، اسان ان ڪان پاسيرا ٿي ويل آهيون. ڇو ته انساني برادري جا اهي ادارا جن اعليٰ انسانن جي محنت ۽ پورهئي جو نچوڙ آهن سي پنهنجو وارو وڄائي ويا آهن. پر اسين جيڪي، انهي دڳ جي پانڌيئڙي هئڻ جا دعويدار آهيون سي عملي طور اڳتي وڌڻ ڪان ڪن لاٽار ڪري رهيا آهيون. ۽ رڳو مَن ۾ اتندڙ آنڌ مانڌ کي دلجاءِ پيا ڏيون ته ڪنهن ڪارج سان واڳيل آهيون، پر ائين ڪونهي. جنهن ڪري تواريخ ۽ سماج ۾ پنهنجي ذميواري ڪونه ٿا نڀاهيون پر ونگار وَهي رهيا آهيون.

اهڙيءَ صورتحال ۾ سنڌي سماج تي قابض قوتون، عام طور هڪ مڪروه ۽ عوام دشمن پرچار ۾ مصروف آهن ته جيڪي ڪجھ عام ماڻهو سان وَهي واپري رهيو آهي. اهو سلسلو ماضي کان هلندو اچي پيو. پر جيڪڏهن اسان انهيءَ هٿ ٺوڪيل پرچار تان پردو کڻي ڏسنداسين ته سنڌ جو ماضي روشن خيال، انسان دوست ۽ غير فرقيوارانه اصولن تي ڪاربند رَهيو آهي. ائين هڪ صاف ستري صورتحال ذهن ۾ چمڪي ٿي ته انسان ذات، جنهن جو هڪ حصو سنڌي قوم پڻ آهي، انهن جي ڏکن ڏاکڙن ۽ محرومين جو علاج ڏکهن واعظن ۽ نصيحتن ۾ رڳو ساڻيهل ڪونهي، پر جڏهن جاڻ، سڃاڻ ۽ ساڃاهه حاصل ٿئي ٿي ته عملي وک وڌائڻ فرض ۽ ذميواري جي زمري ۾ اچي وڃن ٿا.

صاحبو!

اهڙي ريت، اسان سڀني جي مٿان ذميواري لاڳو ٿئي ٿي ته ساڃاهه حاصل ڪرڻ کان پوءِ عملي وک وڌايون. ائين عملي وک جي معنيٰ ۽ مفهوم بيهي ٿو ته هنن انسان دوست آشيانن کي ياڄ ڪاڏل ۽ شڪست خورده ذهنن جون پناهه گاهون بڻائڻ جي برعڪس تصور جي شاندار ۽ بي مثال تواريخي جدوجهد جي روشني ۽ رهنمائي وسيلي اخلاقي، ثقافتي ۽ سماجي ردوبدل جا آفاقي ادارا بڻايون. هي حالت ۾ سنڌ پنهنجو آفاقي ڪردار ادا ڪرڻ کان عاجز نظر اچي ٿي. اهو آفاقي ڪردار دادا ڄيٺ مل پرسرام جي زباني هيٺئين سان هنڌائڻ جهڙو آهي:

”سنڌ کي سڄي دنيا لاءِ امن، آشتي ۽ انسان ذات جي دوستي ۽ ڀائپي لاءِ هڪ پُل ۽ پيغام جو ڪم ڏيڻو آهي.“

ته پوءِ اهو آفاقي ڪردار ادا ڪرڻ ۾ پاڻ ڇاڇا ڪري سگهون؟

ان لاءِ اسان جو مَن ئي هڪ ٽُڙ ۽ ٺهڪندڙ موٽ ڏئي ٿو ته انفرادي مفادن، حرص ۽ هوس، نفاق ۽ نفرت جي باهه وِسائڻ ڏانهن پيش قدمي ڪيون. ذهن جي پَردي تان دُوئي کي ڌوئي صاف ڪيون. قومي وحدانيت کان انساني وحدانيت ڏانهن وِک وڌايون.

ڀائرو!

انهيءَ هيڏي ساري ڪارج کي توڙ رَسائڻ لاءِ هڪ تجويز آهي ته

ڪنور ڪانفرنس جي نالي هن شروع ڪيل پنڌ کي اڌ ۾ ڇڏڻ نہ گهرجي. اهڙي رنگ ۽ ڍنگ جون پيون بہ ڪانفرنسون ۽ گڏجاڻيون، سنڌ ۾: تصوف جي پين مرڪزن ۾ بہ ٿيڻ گهرجن. ۽ ان لاءِ سٺاءَ ۽ رٿابندي لاءِ ضرورت آهي تہ "بزم صوفياءِ سنڌ" جي نالي سان هڪ هلچل جيڪا اتڪل چوٿائي صدي، اڳ شروع ڪئي وئي هئي، ان کي نئين سر پُنڊڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي. ياد رکو تہ انهيءَ ذميواري کي ڪُلهن تي کڻڻ. کان پوءِ منفي روش رکندڙ، فرقيوارانہ سوچ جون طرفدار ڌُريون ۽ انسان دشمن قوتون توهان جي آڏو ديوار ٻڌجڻ ۽ رنڊڪ ٿيڻ لاءِ وسنئون ڪونہ گهٽائينديون. پر اهڙي مهل لطيف سائين رهنمائي جو دڳ ڏسيندي چوي ٿو:

جئن جئن جهلي جڳ
تئن تئن مون تاڪيد ٿئي،
لوڪ لتاڙي ننڊ ۾،
پُنيءَ لالڻ لڳ،
آريائي اورڳ، پنيوران ٻهر تي.

اهڙي طرح اسان سڀني کي گڏجي فيصلو ڪرڻو آهي تہ تواريخ ۾ پنهنجو ڪردار نڀاهڻ جي اهليت رکون ٿا يا ونگار وَهنداسون. اوهان سڀني سڄاڻ دوستن کي سُڌ آهي تہ ونگار ۽ بيگر جو مطلب تہ غلاميءَ جي زنجيرن کي ٽوڙڻ کان انڪار ڪرڻ. سچ پچ غلامي ڪهڙي بہ شڪل ۾ هجي، ان جهڙو بدتر عذاب روءِ زمين تي ڪونهي. اچو تہ سنڌ جي آفاقي ڪردار کي سڄي دنيا ۾ پکيڙڻ لاءِ قدم وڌايون ۽ سنڌ ۽ سڄي عالم کي آزاديءَ ۽ انسانيت سان مڪاميلو ڪرايون.

مان آخر ۾ وري بہ اوهان سڀني جو شڪرگذار آهيان جو مون کي اندر ۾ مئل آنڌ مانڌ ظاهر ڪرڻ جو موقعو ڏنو
لک لائق ۽ مهربانيون

("ڪنور ڪانفرنس" جروا
16- 5- 1996ع ۾ ڪيل تقرير)

# سنڌي سماج - ايڪوهين صديءَ ڏانهن وڪ

محترم صدر صاحب
مانائتا مهمانو، ڀائرو ۽ ڀينرو!
السلام عليڪم

لاڙڪاڻي جي مَردم خيز زمين، جنهن کي صاحب دل انسانن، "سنڌ جو عدن"، "هُجئہ ناٿو تہ گهم لاڙڪاڻو" يا "لاڙڪاڻو ساھ سيباڻو" جي تواريخي لفظن سان نوازيو هيو. اهو لاڙڪاڻو شايد، اڄ کان اڌ صدي اڳ پنهنجي جوڀن کان نيستيءَ ڏانهن وڃي رهيو هيو، جنهن جون آخري جهلڪيون؛ هِن ئي شهر جي ٻن عالمي شهرت ماٺيندڙ عالمن، پير علي محمد راشدي جي "اهيَ ڏينهن اهي شينهن" ۽ پير حسام الدين راشدي جي "هُو ڏوتي هُو ڏينهن" جهڙن ڪتابن ۾ محفوظ ٿيل آهن. انهن ڪتابن ۾ جڙڻ تہ لاڙڪاڻي سان گڏوگڏ سنڌ جي سياست ۽ سماج جا وَرق سانڀيل آهن. جيڪي اسان سيني کي سوچ ۽ ويچار ڪرڻ جي ڪانڌ ڏين ٿا. پر اڄ جي لاڙڪاڻي ساھ سيباڻي يا هُجئہ ناٿو تہ گهم لاڙڪاڻو ڏانهن ڏسون ٿا تہ دل تي تَري اچي ٿو تہ هُجئہ ناٿو تہ ڇڏ لاڙڪاڻو. مطلب تہ ماضي جو لاڙڪاڻو جنهن کي سنڌ جو عدن سڏيو ويو، سو لاڙڪاڻو شايد پنهنجو وارو وڃائي ويو. هاڻي لاڙڪاڻو بدامني، قرلٽ ۽ جيڪو ڏاڍو سو گابو جو ڏيک ڏئي رهيو آهي. اهو لاڙڪاڻو ايڪوهين صديءَ ڏانهن وک وڌائي رهيو آهي.

مهربانو!

لاڙڪاڻي جي ماضي ۽ حال جو عڪس چٽيندي، ان کي جيڪڏهن ٿورو وسيع ڪينواس تي ڦهلائبو تہ توهان مون سان ٻهمت

ٿيندا ته لاڙڪاڻي جهڙي هوبهو صورتحال ڪيٽي بندر کان ڪشمور تائين ۽ ڪراچيءَ کان ڪارونجهر تائين هڪ جهڙي آهي. ان ڪري لاڙڪاڻي جي مسئلن، مونجهارن ۽ مامرن کي به سنڌ ۽ سنڌي سماج جو هڪ اڻ ٽٽ انگ چئجي ته وڌاءُ نه ٿيندو.

دوستو!

دنيا جي گولي تي مانيٽي نموني جي هَا هاڪار ٻڌڻ ۾ اچي پئي ته سموري انسان ذات ويهين صدي جو ڏاکو ٽپي، ايڪوهين صديءَ جي دروازي تي دستڪ ڏئي رَهي آهي. ائين ايڪوهين.صدي جي دروازي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ سڄي دنيا جون قومون وَس ۽ وت آهر- تياريون ڪري رهيون آهن. ان ڪري اسان جي اڳيان به سوال گهمي ڦري ٿو ته پنهنجن هٿن ۾ ڇا کڻي ايڪوهين صديءَ جي آجيان لاءِ وِک وڌائي رهيا آهيون؟ انهيءَ سوال جي رَهنمائي، اسان جو سياسي ۽ سماجي ڍانچو ڪري سگهندو. ۽ تز جواب به ملندو ته پاڻ ڪهڙيون چڱايون ۽ لڱايون کڻي ايڪوهين صديءَ ڏانهن وک وَڌائي رَهيا آهيون. ان لاءِ صحيح دڳ آهي ته ماضي جي سياسي ۽ سماجي بيهڪ کي حال سان ڀيٽي مستقبل ڏانهن نظر اچلائي سگهبي.

سنڌ جي سياسي ۽ سماجي تواريخ جو پيرو عربن جي ڪاهہ کان يعني اٺين صديءَ جي اڳياڙي کان وٺي کڻبو ته سمجهہ ۾ اچي پيو ته ڪو به مستحڪم، مضبوط، عوام دوست سياسي ۽ سماجي سرشتو پختگي حاصل ڪريٰ نه سگهيو آهي. تواريخ ۾ حڪمرانن رڳو پنهنجي اقتدار کي بچائڻ لاءِ قوت ۽ سگهہ جو استعمال ڪيو آهي. جڏهن ته عوام جي ڀلائي ۽ ڇوٽڪاري لاءِ نالي ماتر اُپاءَ وَرتا ويا آهن. پر صدين کان هڪ ئي سرشتي کي مسلط رکيو آهي، جنهن جو بڻ بنياد ڦرلٽ ۽ استحصال جي اصولن تي رکيل آهي. ائين اهو سلسلو بنان ڪنهن رک رڪاءَ جي هلندو اچي پيو. جنهن کي سماجي بيهڪ جي حساب ڪتاب ۾ جاگيردارانہ سماج چيو وڃي ٿو. اهڙي ريت، هر ڪنهن حڪمرانٰ پنهنجي اقتدار کي پختو ڪرڻ لاءِ جاگيردارانہ سماج کي جيئرو جاڳندو رکڻ لاءِ هر طور طريقي کي جائز ۽ ضروري سمجهيو. ۽ صدين کان اهو استحصال ۽ ڦرلٽ جو وَهنوار هلندو اچي پيو. پر اڄ جي دور ۾ بغير هٻڪ جي چئي

سگهجي ٿو ته جاگيردارانه سماج ۾ ان سان لاڳاپيل قدرون ۽ روايتون؛ پٿر جون ديوارون بڻجي؛ عوام جي آزادي جي راهه ۾ رنڊڪ ۽ جموديت جو ڪارڻ بڻجي ويون آهن. ان ڪري تبديلي جا رستا اڪين ڪان اوجهل ٿي ويا آهن ۽ تواريخ ۾ وک وڌائڻ وارو سلسلو هڪ اونداهي گهٽي ۾ ڦاسي پيو آهي. جنهن ڪري موجوده سماج، جموديت جو ڪارڻ بڻجي ذهني ۽ شعوري طور، مونجهه ۽ مايوسيءَ ۾ لڇي ڦٿڪي رهيو آهي. ڇو ته جاگيردارانه سماج ۾ سياسي ورثي جو رت پياڪ تصور پنهنجا خوني چنبا عوام جي شهه، رڳ ۾ کوڙيون ويٺو آهي. اهڙي صورتحال ۾ سياسي سرشتي جي اڻ هوند، پارٽين جي ايڊ هاڪزم يا تير تڪلي واري رٿابندي يا وَري پارٽين جي نَڪ ۾ فرد جي ناڪيلي پيل آهي. انهيءَ فرد واحد کي سُربراهه ۽ عقل جو امام سمجهيو وڃي ٿو. جنهن ڪري سياسي سرشتو، جمهوريت ۽ آزادي جي بُلند بانگ دعوائن جي باوجود به جاگيردارانه سماج جي پانسار ۾ ڦاٿل آهي.

سنڌي سماج جي بيهڪ ۽ وضاحت کي ذهن ۾ رکندي پياري پاڪستان جي پنجاهه سالہ سياسي تواريخ جو رڪارڊ مختصر طور اکين آڏو آڻڻ يا نظر مان ڪڍڻ ضروري آهي ته جيئن ادارا سازيءَ جي اڻ هوند، فرد پرستيءَ جا گڻ ۽ اوگڻ پڌرا ٿي بيهن ته ايڪويهين صدي ڏانهن وک کڻڻ واري اسم کي سمجهڻ ۾ وڌيڪ آساني ٿيندي.

انهي ڪارگذاري کي سمجهڻ لاءِ پاڪستان جي پيڙهه پٿر يعني 1940ع جي لاهور ٺهراءَ کان شروعات ڪرڻ مناسب آهي. ڇو ته انهي ٺهراءَ ۾ جديد قومي نظرئي جي ڇتائي سان ڇنڊڇاڻ ڪيل آهي. انهيءَ ٺهراءَ ۾ چيل آهي ته:

"Resolved it is considered veiw of this Session of the all India Muslim League. That No constitutional plam would be workable in this Country or acceptable to Muslims unless it is desinged on the following basic principles, viz that geographicallay contiguous units are demarcated into regions which should be so constituted, with such territorial re adujstments as may be neccessary, that the areas in shich the Muslims are numerically in a majority as in the north Western and Eastern zones of India Should be grouped to

Contituent unitConstitute Independant states, in which the shall be Autonomous and soverign."

(آل انديا مسلم ليگ جو موجوده اجلاس، انهي راءِ جو آهي ته اهڙي ڪابه آئيني رٿا، هن ملڪ ۾ ميتا لائق نه هوندي ۽ نه وري مسلمانن لاءِ قابل قبول هوندي، جيستائين ان جي هيٺين اصولن تي جوڙجڪ نه ڪئي ويندي: جهڙوڪ طبعي (جاگرافيڪل) لحاظ کان اهڙا علائقا جيڪي هڪ ٻئي سان لڳو لڳ هجن، انهن جي اهڙي رُوءِ سان حد بندي ڪئي وڃي، جن ۾ مسلمانن جي گهڻائي آهي، جهڙي طرح هُو ندوستان جي اتر اولهه ۽ اتر اوڀر ۾ آهن، انهن علائقن کي پاڻ ۾ اهڙي طرح ڳنڍيو جو هُو آزاد رياستون ٺڄي سگهن، انهن رياستن ۾ شامل ٿيڻ واريون وحدتون خود مختيار ۽ اقتدار اعليٰ جون مالڪ هونديون.)

انهيءَ لاهور نهراءَ جي آڌار تي آزاد رياستن ۽ قومن جي وجود کي ميتا ڏيڻ جو اعلان ڪيو ويو. انهن قومن ۽ رياستن گڏجي هڪ آزاد ۽ خودمختيار ملڪ پاڪستان کي جنم ڏنو. آزاد پاڪستان جي باني محمد علي جناح 11 آگسٽ 1947ع تي پهرين آئين ساز اسيمبلي جي اجلاس جي صدارت ڪندي، صاف ۽ واضح لفظن ۾ مستقبل جو خاڪو چٽيندي آئين ساز اسيمبلي جي ذميواري ڏانهن اشارو ڪندي چيو:

"The constituent assembly has got two main Functions to perform. The First is the very onerous and responsible task of Framing our future constitution of pakistan and the second of functioning As a full and complete Sovereign body as the federal legislation of pakistan."

"آئين ساز اسيمبلي جي ذميواري ٻن اهم اسمن کي اڪلائڻ آهي. پهرين اهم ذمو ۽ آزمائش آهي ته مستقبل ۾ پاڪستان جو آئين ٺاهڻ ۽ ٻيو مکيه اسم آهي ته پاڪستان لاءِ مڪمل ۽ جامع طرز جي وفاقي ۽ خودمختيار اسيمبلي جو قيام"

ساڳي تقرير ۾ هڪ چونديل، معتبر ۽ روشن خيال سرڪار جي ذميواري تي ٽيڪا ٽپٽي ڪندي چوي ٿو:

"You will no doubt agree with me that the first duty of a government is to maintain law and order, so that the life; property and religious beliefs of its subjects are fully protected by the state."

"ان ۾ ڪوبه شڪ شبهو ڪونهي ۽ اوهان مون سان اتفاق ڪندا ته سرڪار جي سڀ کان اولين ذميواري آهي قانون جي بالادستي کي قائم دائم رکڻ، جيئن رياست ۾ رهندڙ ماڻهن جي مال متاع ۽ مذهبي عقيدن جو تحفظ ڪري سگهجي."

اجا به ساڳي تقرير کي اڳتي وڌائيندي غير فرقيوارانه سرڪار جي رٿابندي يا سيٽ اپ بابت صاف لفظن ۾ چوي ٿو:-

"You are free, you are free to go to your temples, you are free to your mosques or to any other place of worship in this state. you may belong to any religion cast of creed, that has nothing to do with the business of the state."

"اوهان مڪمل آزاد آهيو، اوهان آزاد آهيو پنهنجن مندرن ۾ وڃڻ لاءِ، اوهان آزاد آهيو پنهنجن مسجدن ۾ وڃڻ لاءِ ۽ ڪنهن به عبادتگاه ۾ هن پاڪستان جي رياست ۾. اوهان جو ڪهڙي به مذهب، ذات ۽ نسل سان واسطو آهي. ان جو رياست جي وهنوار سان ڪوبه واسطو وڙو ڪونهي."

هاڻي جيڪڏهن لاهور جي ٺهراء 1940ع کان وٺي جناح صاحب جي پهرين آئين ساز اسيمبلي ۾ صدارتي تقرير جي ڇنڊڇاڻ ڪبي ته هيٺيان مکيه مقصد تري اچن ٿا.

1- آزاد خودمختيار رياستون ۽ ڦلهڙي طرز جو وفاقي سرشتو

2- پاڪستان جي آزاد ۽ خودمختيار رياست ۽ وفاقي طرز جو نظام

3- آزاد ۽ خودمختيار حڪومت جي ڪلهن تي عوام جي ذميواري

4- مذهبي آزادي ۽ مذهبي وهنوار جو رياستي ڪاروبار سان ڪوبه واسطو ڪونهي. معنيٰ هڪ روشن خيال، غير فرقيوارانه سرڪار جو قيام.

پر انهيءَ ڪارگذاري تي عمل ۽ پيروي ڇا ڪيو ويو. ان جو ذڪر ڪرڻ ضروري آهي. ٿيو هيئن جو آئين ساز اسيمبلي ۾ مسلم ليگ مخالف ميمبرن به، پاڪستان جي لاءِ آئين سازي ۾ سهڪار ڪرڻ جي لاءِ هٿ وڌايو. اهڙي طرح آئين ساز اسيمبلي جي هڪ ميمبر خان عبدالغفار تقرير وسيلي سهڪار جي آڇ ڪئي ۽ آئين ساز اسيمبلي جي صدر جناح صاحب کي هڪ خط ذريعي به ساٿ ڏيڻ جو يقين ڏياريو. اسان جي پاڙيسري ملڪ هندوستان ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس، پنهنجن ڪٽر

مخالفن ڊاڪٽر امبيڊيڪر ۽ راج گوپال آچاريه جن کي به نئين هندوستان جي اڏاوت ۾ پاڻ سان کڻڻ مناسب سمجهيو. پر پاڪستان ۾ مخالف ڌر سان نفرت انگيز ورتاءُ ڪيو ويو. جو ته مسلم ليگ جي نالي ۾ اداراسازيءَ کان وڌيڪ شخصيت پرستي جو چانورو هيو. انهيءَ چانوري ۾ مرڪز پرستي، اردو شائونزم ۽ اندروني طور اقتدار تي قابض ڌر جي نمائندي لياقت علي خان، سهڪار جي عمل ۾ آچ کي جناح صاحب جي هٿان رد ڪرائيندي هينيان غير جمهوري ڪم ڪرايا.

1- سرحد ۾ مسلم ليگ مخالف حڪومت کي زوري ڊسمس ڪرايو ويو.

2- ڪراچي کي سنڌ کان ڇني ڌار ڪري مهاجر مرڪز پرستي جي حوالي ڪيو ويو.

3- سنڌ ۾ زوريءَ فساد ڪرائي، سنڌ جي مڊل ڪلاس کي لڏايو ويو.

انهيءَ کان پوءِ ته جناح صاحب مٿان اردو بالادست گروهه ايترو ته حاوي پئجي ويو جو ڍاڪا جي پلٽڻ ميدان ۾ 21- مارچ 1948ع ۾ جيڪا تقرير ڪئي، سا مڪمل طور لاهور ٺهراءَ ۽ آئين ساز اسيمبلي ۾ صدارتي تقرير جي روح کان انحرافي ۽ انڪار هيو. اهڙي طرح هڪ فرد جي راءِ سياسي سرشتي جي اوسر کي ڪاپاري ڌڪ هيو. جناح صاحب جي ڪيل تقرير جو هيٺيون حصو جمهوري قدرن ۽ وفاقي روايتن جي انحرافيءَ جو ڪليل ثبوت بڻجي ٿو:

"Let me tell you clearest language that there is no truth at your normal life is going to be touched or disrtubed, so as for your bengali language is concerned. But ultimately it is for you, the people of this province, to decide what should be the language of your province. But let me make it clear that the state language of pakistan is going to be urdu and no other........ language. Any one who tries to mislead you is realy the enemy of pakistan."

"مان اوهان کي صاف زبان ۾ ٻڌائڻ گهران ٿو ته، جيستائين بنگالي ٻوليءَ جو تعلق آهي، ته اهو سچ ناهي ته توهان جي عام وَهنوار يا ڪارج سان ڪنهن کي به هٿ چراند ۽ هٿ کونس ڪرڻ جي اجازت هوندي. پر اصل ۾ اوهان ئي هِن پرڳڻي جا رَهواسي آهيو، جن کي فيصلو ڪرڻو

آهي ته هن پرڳڻي جي ٻولي کهڙي ٿيندي. پر اجا به هڪ ڳالهه واضح ڪرڻ گهران ٿو ته پاڪستان ۾ رياستي ٻوليءَ جو درجو رڳو اردو کي ڏنو پيو وڃي ۽ نه ڪنهن ٻي ٻوليءَ کي. اوهان کي انهي معاملي ۾ جيڪو به گمراهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ته پڪ ڄاڻو ته اهو پاڪستان جو دشمن آهي."

انهيءَ هيڏي ساري سياسي لهجي ۽ عمل ۾ فرق، پاڪستان جي وجود ۽ سوچ ويچار ۾ هڪ وٿي پيدا ڪري ڇڏي. بنگالين کي پنهنجا خواب ۽ حق مٽي ۾ ملندي نظر آيا. جناح صاحب ته ستت ئي بيمار ٿي پيو ۽ ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. پر پوئتي وِرثي ۾ ڪابه سگهاري ۽ مضبوط تنظيم ۽ فعال ادارو ڪونه ڇڏي ويو. سياسي سرشتي جي لاءِ ڪوبه ڪارائتو قدم کڻجي نه سگهيو. جناح صاحب جي لاڏاڻي کي ڇهه مهينا مس گذريا ته لياقت علي خان آئين ساز اسيمبلي ۾ هڪ قرارداد "Objective Resolution" جي نالي سان آندي. انهي قرارداد وسيلي سماج ۾ اٿل پٿل ردوبدل کي روڪڻ لاءِ وَارڪيو ويو: فرقيوارانه بنيادن تي سياسي نفرت پکيڙيندي، مذهبي حوالي سان اقليت ۽ اڪثريت جي ونڊ ورڇ ڪئي وئي. جو ته سياسي سٿاءَ ۾ جمهوري نقطه نگاهه کان اقتدار جي نمائندگي جو حق بنگال جي وچولي طبقي جو هيو، جيڪو برصغير ۾ سياسي ۽ سماجي ردوبدل جي هلچل ۾ ٻين قومن کان هڪ صدي اڳتي هيو. ان کان سواءِ اردو شائونزم ۽ بالادستيءَ جو مخالف عنصر سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان ۾ به موجود هيو. فطرتي طور انهن علائقن جي مفادن جي ويجهڙائي به بنگال سان هئي. پر اردو انتها پرستي سان ٻئي پاسي ٻانهن ٻيلي پنجاب جي نوڪر شاهي هئي. اهي ٻئي عنصر هڪ نقطي تي سهمت هئا ته ملڪ ۾ جمهوريت، اداراسازي ۽ سماج ۾ ڦيرڦار جو ڪردار روشن خيال، قوم پرست ۽ وچولي طبقي کي نڀاڻو آهي. ان ڪري اهڙي ڪنهن به سياسي سوچ، فڪر جي اپڙاسي اڏو رنڊڪ ٿي بيهڻو آهي. ان لاءِ جاگيردارانه سماج کي پٺيءَ تي هٿ رکڻ ۾ خيرو عافيت ٿيندي. مطلب ته ملڪ ۾ ادارسازي ۽ آئين سازي جو بنيادي مرحلو وڃي کوهه جي تري ۾ پيو. عوام جي حقن، جمهوريت ۽ صوبائي خود مختياري جهڙن بنيادي مطالبا ڪندڙ جماعتن کي غدار، اسلام دشمن ۽

ڏارين جو ايجنٽ ۽ پگهاردار ڪونيو ويو. انهي صورتحال ۾ رد عمل ٿيو ته فرقيوارانه سياست جو سيلاب اٿلي پيو. مذهبي ڌرين پنجاب ۾ قاديانين خلاف هلچل کي هٿ ۾ کڻي فرقيوارانه فساد ڪرايا. آخرڪار پنجاب ۾ ملڪ جي پهرين مارشلا هڻئي وئي.

اهڙي اقتدار جي ته مورتي يعني اردو انتها پسند، ڪامورا شاهي ۽ جاگيردار طبقي، سماجي عمل کي روڪيندي ملڪ کي فرقيوارانه فسادن جي گود ۾ اڇلائي ملاشاهي کي وڌڻ ويجهڻ جو ڪارڻ مهيا ڪيو. پر اقتدار جي اها ته مورتي به گهڻو جٽاءُ ڪري نه سگهي. اردو انتها پسند ۽ پنجاب جي نوڪر شاهي وچ ۾ اقتدار جي حصي پتيءَ تي اڻ بڻت ٿي ۽ انت لياقت علي خان جي منظر تان هٽڻ ۾ ٿيو.

هاڻي اقتدار جي نئين ته مورتي جي ترتيب هيٺينءَ ريت ٿي: فوج ـ ڪامورا شاهي ـ جاگيردار طبقو. انهي نئين ته مورتي جو نشانو بنگالي هئا. ڇو ته سماجي قيرقار جا سرواڻ ته بنگالي هئا. بنگالين کي سوگهو ڪرڻ لاءِ ون يونٽ ۽ پئرٽي (Parity) جو سانگ رچايو ويو. توڙي جو ننڍن صوبن ون يونٽ جي سختيءَ سان مخالفت ڪئي. پر نوڪر شاهي لٺ ۽ چَٺ جي زور تي ون يونٽ جو طوق قومن جي ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏيو. پر ون يونٽ جي مخالفت صوبن ۾ هلندي رهي. نيٺ مغربي پاڪستان اسيمبلي لاهور ۾ جناب جي ايم سيد جي حڪمت عملي آڏو هٿيار ڦٽا ڪندي، اتفاق راءِ سان ون يونٽ جي خاتمي لاءِ قرارداد پاس ڪئي ته اقتدار جي صاحبن جون وايون بتال ٿي ويون. اقتدار جي مالڪن يعني نوڪر شاهي پنهنجي اقتدار کي بچائڻ ۽ جاگيردارانه سماج کي به جيئن جو تيئن رکڻ لاءِ فوج سان سازباز ڪندي، 7 آڪٽوبر 1958ع ۾ جنرل ايوب خان جي سربراهي ۾ ملڪ مٿان مارشلا مڙهيندي، ايرنڊڙ سياسي ۽ سماجي هلچل جي ڳچيءَ تي لت ڏياري ڇڏي. پر هاڻي فوج اقتدار ۾ ثانوي حيثيت قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪانه هئي. جنهن ڪري ايوب خان، سنڌو سنئون اقتدار تي قبضو ڪري، نوڪر شاهي جي مضبوط مُهري اسڪندر مرزا کي جلاوطن ڪري ڇڏيو. فوجي مارشلا به ملڪ ۾ دبڙدونس تي زور رکيو. ڇاڪاڻ ته اداراسازي ۽ سماج ۾ قيرقار جو ڪارج غير جمهوري حڪومتن لاءِ زهرـ قاتل هوندو آهي. ملڪي

اقتدار ۾ فوجي حڪمرانن جاگيردارانہ سماج کي پاڻ سان همراهي ڪرڻ مناسب سمجهيو ۽ سياسي وارثي جي تصور کي سگهارو بڻايو. اهڙي طرح نئين سياسي سٽاءَ ۾ جاگيردارانہ سماج جو نمائندو، فوج ۽ نوڪر شاهيءَ جي پنيرائي سان اقتدار جي پوئين صف ۾ بيهڻ لاءِ رضامند ٿي ويو. انهي جابرانہ سرشتي جي مسلسل مڙهجڻ کان پوءِ بہ سياسي ۽ سماجي هلچل جي پڄاڻي ڪانہ ٿي. جنهن ڪري 4 مارچ 1967ع سنڌ ۾ قومي هلچل جي علامت بڻجي اُڀري. ڇو تہ سنڌ جي پڙهيل ڳڙهيل طبقي شاگردن جي روپ ۾ گڏيل احتجاج ڪيو هيو. نيٺ ملڪ ۾ وڌندڙ سياسي دٻاءَ جي ڪارڻ ايوب خان مارچ 69ع ۾ اقتدار وري بہ جنرل يحيٰ خان جي حوالي ڪيو. اصل ۾ فوجي جنتا کي انهي سموري حڪمت عملي جي پويان پنهنجو مقصد ۽ مطلب هيو. فوجي حڪمرانن کي جاسوسي ادارن جي معرفت هڪ رپورٽ ملي هئي تہ ايندڙ چونڊن ۾ ڪا بہ پارٽي سگهاري حيثيت حاصل ڪري نہ سگهندي. انهن ڪمزور سياسي ڌرين جي وچ ۾ فيصلي جو ڪردار فوج جي وَس ۾ رهندو. پر ٿيو ائين تہ 1970ع جي چونڊن ۾ عوامي ليگ اڪثريتي پارٽي جي حيثيت سان سرڪار ٺاهڻ جي حيثيت ۾ اچي وئي. عوامي ليگ جي نمائندگي وچولو طبقو ڪري رَهيو هيو. اقتدار جي صاحبن کي خوف وَرائي ويو تہ جيڪڏهن بنگال، سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد سياسي ڌڙا بندي ۾ هڪ پاسي ٿي بيٺا تہ سندن حيثيت تہ ثانوي بڻجي ويندي. ان کان پوءِ بنگالين کي جائز ۽ جمهوري حق ڏيڻ جي برعڪس فوجي چڙهائي وسيلي جدا ٿيڻ تي مجبور ڪيو ويو.

بنگال جي جدائي، پاڪستان جي پت ۽ ساک کي بين الاقوامي سطح تائين ڇيهو رَسايو. جنهن ڪري فوجي جنتا مجبور ٿي پنهنجن هٿن سان هڪ سياسي سرڪار کي ظاهري طور اقتدار ۾ آندو. نئين سرڪار يعني پاڪستان پيپلزپارٽي، ملڪ کي عارضي پر اتفاق راءِ سان هڪ آئين ڏنو. پر انهي سرڪار بہ ادارا سازي ۽ رٿا بندي کان وڌيڪ فرد جي ڪرتبن ۽ ڪارنامن کي اوليت ڏني. اهو فرد واحد ذوالفقار علي ڀٽي صاحب جي ذات هئي. ائين آهستي آهستي ڀٽو سرڪار جون ٿوڻيون ۽ ٿنيا نوڪر شاهي بڻجڻ لڳي. ۽ پ- پ جيڪا پنهنجي دور ۾ پيڙيل طبقن جي

ترجمان ۽ سجاڳي جو سنيهو بڻجي وئي هئي، ان تي ملڪ جي جاگيردارانہ قيادت قابض ٿي وئي. جڏهن 5 جولاءِ 1977ع تي فوج ملڪ تي مارشلا هڻي چونڊيل سرڪار کي روانو ڪيو تہ پارٽيءَ جي دبڙنگ قيادت مان ڪوبہ ٻاهر ٻڙڪ ڪڍڻ وارو نہ هيو. انهي نئين مارشلا سرڪار سان ٻانهن ٻيلي نوڪر شاهي، سياسي جاگيردار ۽ اردو انتها پسند هئا. انت تہ ذوالفقار علي ڀٽي کي هڪ اهڙي ڏوهہ ۾ موت جي سزا ڏني وئي جنهن سان سندس سنئون سڌو واسطو وزنائتو دليل ڪونہ بڻجي ٿو. ۽ اڄ تائين اهو ساڳيو سانگ ۽ سناء سطحي ڦيرقار سان جاري ۽ ساري آهي.

هينئر، موجوده سماج جي صورتحال پڌري پٽ هيئن بيهي ٿي تہ لاڙڪاڻي ساهہ سيباڻي کان وٺي سنڌ سونهاري ۽ سنڌ کان ٿيندي پياري پاڪستان جي پنجاهہ سالن جي تواريخ ۾ اداراسازي جي اڻ هوند، مرڪز پرستي جو عذاب، اختيارن جي ونڊ ورڇ کان انحراف جو سلسلو هلندو اچي پيو. ان ڪري ملڪ ۾ ڪابہ پارٽي عوام جي آڏو پاڻ کي ذميوار سمجهڻ جي ابتڙ اندروني هٿن جي سهائتا ۽ ڪرتبن جي طلبگار ۽ طالبو رهندي اچي پئي. اسان وٽ عوام جي سهڪار سان اقتدار ۾ اچڻ جو مثال عوامي ليگ جو موجود آهي. پر عوامي ليگ کي اقتدار ۾ اچڻ نہ ڏنو ويو ڇو تہ اقتدار جي ٽڪنڊي کي عوامي پنيرائي سان چونڊجي آيل وچولي طبقي جي آڏو جهڪڻ ڏکيو پئي لڳو. ان لاءِ استحصالي ادارن کي جيئن جو تيئن قائم دائم رکڻ ۾ جاگيردارانہ سماج جا رکوالا پنهنجو جياپو سمجهي رهيا آهن. اهڙي ريت اڄ بہ حڪمران، عوام جي معاشي ۽ اقتصادي مسئلن کي سقلائتي نمونى حل ڪرڻ کان وڌيڪ پنهنجي طاقت ۽ قوت سان اقتدار کي بچائڻ ۾ ڏينهن رات محو ۽ مصروف آهن.

هاڻي اچو تہ ڏسون تہ ايڪوهين صدي ڏانهن وک وڌائڻ لاءِ موجوده سماج ڪهڙيون سوڪڙيون پاڪڙيون ڪنيون بيٺل آهي:

(الف) جاگيردارانہ سياست جي ٽياس تي ٽنگيل سماج، جنهن ۾ ڪو بہ سياسي سرشتو عوام جي اهنج ۽ ايذاءَ ۽ پيڙا کي ختم ڪرڻ لاءِ وجود ۾ اچي نہ سگهيو آهي.

(ب) اهڙي سماج ۾ بي رحم ۽ ڪنورتا ڀريل مرڪز پرستي جي چنبن ۾ عوام نستو، لاچار ۽ بي وس بڻجي لڇي ڦٿڪي رهيو آهي.

(ب) انهي سماج ۾ انسانيت، ماڻهپو، معتبري، شرافت ۽ شعور جا معيار ۽ ماپا، ڏوڪڙ ۽ ڪلدار آهن. ان ڪري خوشامد، چاپلوسي ۽ خود ثنائي ۽ ساراهه جهڙيون بدعتون چوٽ چڙهيل آهن. ائين قومي ڪاج جا سرواڻ ۽ مهندار عقل جا انڌا، ٻوڙا ۽ چٽ آهن.

هتي پهچڻ کان پوءِ سمجهڻ ضروري آهي ته سماج ۾ جموديت جي سانگ سبب ردعمل طور ڇا وهي واپري رهيو آهي.

(i) حڪمران طبقي جي مفاد ۾ آهي ته جاگيردارانه نظام ۽ رجعت پرستيءَ جو اثر چانيل رهي ته عوام ۾ شعور ۽ ساڃاهه نه اڀري سگهي. جيئن عوام جمهوري قدرن، مساوات، آزادي ۽ اخوت جي باعمل جياپي جي آگاهي حاصل ڪري نه سگهي.

(ii) سنڌ ۽ ملڪ جي ننڍن شهرن ۾ جاگيردارانه مرڪز پرستي، مان شان ۽ طمطراق سان جيئري جاڳندي موجود آهي. جڏهن ته وڏا شهر ڇڙواڳي ۽ انارڪي ڏانهن وڃي رهيا آهن. عوام ۾ فرار ۽ ڀاڄ جي ڪيفيت وڌي رهي آهي.

(iii) فرار جي ڪري پير پرستي، درگاهه پرستي ڏينهون ڏينهن زور وٺندي وڃي پئي. اهي درگاهون، آستانه ۽ مدرسه فرقيوارانه نفرت جو مرڪز ٿيندا وڃن پيا. اهڙي طرح ڪٽر فرقيوارانه سياست ۽ ملاشاهيءَ جو ڀوت ڏند ڪرٽي رهيو آهي.

مطلب ته ٿلهي ليکي ايڪوهين صدي ڏانهن وڃڻ لاءِ، لاڙڪاڻي کان وٺي سنڌ تائين ۽ سنڌ کان سموري ملڪ تائين جاگيردارانه سماج جو ڳٽ ڳچيءَ ۾ وجهي داخل ٿي رهيا آهيون. پوءِ سوال آهي ته ڇا ڪنهن ڦيرڦار جي اميد ۽ آسرو آهي؟

هن جمود ۾ وَرتل سياسي ۽ سماجي کيتر ۾ ردوبدل آڻڻ جو تواريخي ڪردار، پڙهيل ڳڙهيل ۽ اُڀرندڙ وچولي طبقي جي ذميواري آهي. جيڪا ڦيرڦار وقت جي گهرج آهي. نه ته ٻي حالت ۾ اسان سيئي ايڪويهين صديءَ ڏانهن وک وڌائڻ ويل پنهنجن ڳچين ۾ جاگيردارانه سماج جا طوق وجهي داخل ٿينداسون. ان ڪري انسانيت، ماڻهپي، روشن خيالي، جمهوريت ۽ آزادي لاءِ عزم ۽ پختگي سان وک وڌايون ۽ اهڙي ريت جڏهن ايڪوهين صديءَ ۾ داخل ٿينداسون ته فخر ۽ مان سان

ڳات متي هوندا. اڄو ته وڪ وڌايون ته پنڌ ڪٽڻ ۾ دير ڪانه لڳندي. جيئن هڪ چيني پهاڪو آهي.

A thousand mile journey begins and ends with But a single step.

"هزار ميل سفر جي ابتدا ۽ پڄاڻي ته پهرين وڪ کڻڻ سان ٿئي ٿي"

(سپنا هوٽل ان لاڙڪاڻو ۾ 21- 6- 1966ع
تي پروگريسو ٿنڪرس فورم لاڙڪاڻي جي پاران
سڏايل سيمينار ۾ پڙهيل تقرير)

# جئن جئن تپي ڏينهن

مير مجلس،
مانوارا ڀائرو ۽ ڀينرو!
السلام عليڪم
گذريل سال، جناب جي ايم سيد جي ٻهرين وَرسيءَ تي؛ هتي سَن ۾ هڪ قومي ڪارڪن جي حيثيت ۾ اَيري سَيري حال ۾ پنهنجي قومي ذميواري نڀاهيندي لکيل تقرير عرضداشت طور پيش ڪئي هئي. پر انهي گذارش ڪي شايد ڌيان ۽ توجه جي لائق نه سمجهيو ويو. ڇو ته اها وينتي ۽ دانهن هڪ عام ڪَارڪن جي هئي ۽ نه وَري ڪنهن رَهبر، رهنما، دانشور، ڏاهي ۽ انقلابي ليڊر جو ڀاشڻ.
منهنجي عرضداشت جو تت هيو:
اسان سيئي، سنڌي قوم جي مزاج، فڪري سوچ ۽ ڌارا کان بيگانه ۽ جداگانه ٿيندا وڃون پيا. جنهن آزاديءَ جي هَام هڻي سنڌي عوام اڏو نمودار ٿيا آهيون سو سلسلو ڇڙواڳي، نراسائي، ويساهه گهاتي ۽ آپگهات جي عمل ڏانهن وڃي رَهيو آهي. جنهن ڪري سنڌ ۾ ڪابه قومي ۽ انقلابي جماعت ڪانهي جيڪا موجوده وايومنڊل ۾ ڪنهن به لحاظ کان سنڌ واسين جي سهڪار ۽ ميڃتا جو درجو ماڻيندڙ هجي. پر هڙئي جماعتون جيڪي سنڌ جي عوام جي نمائندگي جون دعويدار آهن سي تبليغي گروهه آهن جيڪي هوريان ڏاڍيان پنهنجي حيثيت ۽ سڃاڻپ وڃائيندا وڃن پيا.
ان کان سواءِ آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ تي ڏاڪا اُڪرڻ جو به ذڪر ڪيو هيو. اهو هيئن ته:

1ـ جمهوري ۽ آئيني تنظيم جو هئڻ.
2ـ ڪارڪنن جي ذهني سکيا لاءِ ادارا سازي.
3ـ مڪمل آزاديءَ لاءِ سرفروشن جي جماعت.

دوستو!

اسان سيني، انهيءَ وَرهيه جي وقتيءَ ۾ ڪيتري پيش قدمي ڪئي ۽ ڪهڙا اُپاءَ وَرتاسون سيني آڏو هڪ ڪليل سوال آهي، جنهن جي آئيني ۾ پنهنجو ڪردار ڏسي سگهون ٿا. ان لاءِ مناسب سمجهان ٿو ته هڪ وَرهيه جي وقتي ۾ سنڌ ۽ باقي ملڪ جي سياسي وايومنڊل ۾ جيڪا وهيو واپريو ان جو سرسري طور ذڪر ڪرڻ ۾ ٿورو گهڻو چٽائي ٿيندي.

پاڪستان پيپلز پارٽي جنهن کي ٻيو پيرو سنڌ ڪارڊ جي آڌار سان اسلام آباد جي تخت تي ويهڻ نصيب ٿيو. ان کي سندس ئي چونڊيل صدر روانگي جو حڪم نامون جَاري ڪيو. ان کان پوءِ چونڊن جي نئين مانڊاڻ معرفت هڪ اڻ وَسهندڙ صورتحال اُڀري آئي. اهو هيئن ته:

1۔ پنجاب ۾ قوم پرستيءَ جي بنياد تي مسلم ليگ جي جهنڊي هيٺ ميان نواز شريف کي مُهندار چونڊيو ويو.

2۔ سرحد جي قوم پرستن، مسلم ليگ سان گڏجي، پختونن خاطر اقتدار ۾ حصي پتي قبول ڪرڻ مناسب سمجهيو.

3۔ بلوچستان ۾ سردار عطاالله مينگل جي سربراهيءَ ۾ ڪجهه مهينا اڳ ٺهيل بلوچستان نيشنل پارٽي ۽ نواب اڪبر بگٽيءَ جي جمهوري وطن پارٽي چونڊن ۾ حصو وَرتو. چونڊن کان پوءِ هڪ مضبوط قوم پرست اتحاد جنم وِرتو آهي. ڪيڏي نه تعجب جهڙي ڳالهه آهي ته "ڪيڏانهن مُنهن مريم جو ڪيڏانهن الهيار" جي اصطلاح مطابق ته نواب اڪبر بگٽي ۽ سردار عطاالله مينگل جو ويجهو اچڻ معنيٰ باهه ۽ پاڻيءَ جو ميلاپ يا زمين ۽ آسمان جو سنگم هيو. شايد انهن قوم پرست سردارن جي اندر ۾ بلوچستان جي ڀلائيءَ جي چٽڪ ڏُکي رَهي هئي جنهن ڪين مجبور ڪيو ته گڏجي ويهي ڪو لائحه عمل تيار ڪن.

مان هتي بلوچستان نيشنل پارٽيءَ جي سربراهه سردار عطاالله مينگل جو 3-10-83ع تي لنڊن مان خود ساخته جلاوطني جي دور ۾ جناب جي ايم سيد ڏانهن لکيل خط جو حوالو ڏيڻ ضروري سمجهان ٿو. ان خط ۾ سردار موصوف، سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان کي پنجاب جي ڪالوني ڄاڻايو آهي. ان لحاظ کان پنجابي جمهوريت کي هٽلري آمريت کان به وڌيڪ هاڃيڪار ڪوٺيو آهي. آخر ۾ تجويز ڏني اٿائين ته مڪمل آزادي[1] ۽ قومي

خودمختياريءَ کان سواءِ ٻيو ڪو به رستو ڪونهي. خاص ڪري سنڌ ۽ بلوچستان جيڪي صدين کان فطري اتحادي آهن، انهن کي گڏجي جدوجهد ڪرڻ گهرجي وغيره وغيره.

ان کان پوءِ اوهان ڏٺو ته سردار عطاالله مينگل خود ساخته جلاوطني ختم ڪري پنهنجن ماڻهن سان اچي وينو ۽ پنهنجي سياسي سفر جي نئين سِر ابتدا ڪئي. اهڙي طرح سردار صاحب ويڙهاند ۽ آزاديءَ جي عمل کي پاسيرو رکندي بلوچستان جي مسئلن کي ڳالهين ٻولهين معرفت حَل ڪرڻ جي تجويز کي ڏيان طلب سمجهيو. ائين ڪالهه جا جنگجو قوم پرست جيڪي پنجاب کي سامراج ۽ غاصب چوندي ڪونه ٿڪبا هئا سي اڄ جي پنجاب سان ڳالهه ٻولهه ، افهام ۽ تفهيم وسيلي بلوچستان جي منجهيل مسئلن کي نبيرڻ ڏانهن ڏيان ڏئي رَهيا آهن.

4- باقي رَهي سنڌ سونهاري. سنڌ ۾ ڪابه قوم پرست، ترقي پسند يا روشن خيال ڌُر انهيءَ حيثيت ۾ نه هئي ۽ نه آهي جو سنڌين جي نمائندگي جو هن کي اختيار مليل هجي. انهن مِڙني ڌرين آڏو رڳو ٻه ڪارج وڃي رَهيا آهن ته غلاميءَ کان به بدتر آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪرڻ يا وَري جاگيردارانه قوم پرستيءَ جي متان روشن خياليءَ جو ملمعو چاڙهي پاڻ کي سنڌ جو هڏ ڏوکي ثابت ڪرڻ. ائين تـلهي ليکي چنبڇاڻ ڪبي ته ڏسڻ ۾ اچي پيو ته قوم پرست ڌُريون حصن پتين ۾ وِرهايل هڪ ٻئي جو منهن ڏسڻ لاءِ تيار ڪونه آهن. پر جيڪڏهن ڪنهن سُڄي سگهي اتحاد ۾ وينيون به ڪٺي ته به هڪ ٻئي کي لوئڻ، طعنا، تنڪا ۽ مهڻا ڏيڻ جو ڪاروبار عروج تي رَهيو. چو ته قوم پرستن ۾ 1970ع کان پوءِ قومي جنگ کي اڳتي وڌائڻ لاءِ صاف ۽ چٽي ۽ يڪمشت راءِ نه هئڻ ڪري جاگيردارانه سماج جا زهريلا جيوڙا پکڙجي ويا. جنهن ڪري قومپرست تحريڪون به جاگيردارانه باقيات جو حصو بڻجي ويون آهن. ۽ پاڻ کي قوم پرستيءَ جا علمبردار ۽ مهندار سڏائيندڙ هستيون ۽ شخصيتون به پاڻ وٽائڻ، وڏ ماڻهپ ۽ نـٽ نانگر جي مَرض ۾ وڪوڙجي ويون. ائين ڏسندي وائسندي قومي تحريڪن ۾ اهڙا "مَرد مجاهد" اچي والار ڪري ويٺا جيڪي راتوواه لکن ۽ ڪروڙن جا مالڪ بڻجي ويا. پوءِ حالت اهڙي بڻي جو انهن کان ڪوبه پُڇاڳاڇا ڪرڻ وارو ڪونه هيو ته توهان اهو نـٽ

نانگرُ ۽ رقم ڪاٽئون آندي. ڇا اوهان کي قارون جو خزانو هٿ اچي ويو يا سونا آنا ڏيندڙ ڪُڪڙيون ملي ويون آهن. جنهن ڪري سنڌي عوام جي نفسيات ۽ سُورن کي تُز نموني سمجھڻ ۽ انهن سان ساٿ ڏيڻ ۽ سندن سهڪار حاصل ڪرڻ جي برعڪس ڪين مُنجهيل، اڻ پڙهيل ڄاڻائيندي پنهنجا اياڻا نسخا وقت کان اڳ آزمائڻ تي زور رکيو ويو.

انهيءَ صورتحال ۾ 1970ع کان وٺي اڄ تائين سنڌ ۾ سَرسي وَري ٻه پيپلزپارٽي کي رهي آهي. پر افسوس ته پ. پ سنڌ جي ماڻهن جا ڏورا لاهڻ ۽ سنڌ واسين جي بچاءَ ڪرڻ جي برعڪس پنهنجي انا پرستي، جاگيردارانه ۽ غير منطقي روش تي وڏيڪ ڏيان ڏنو. ان ڪري ئي مسلم ليگ ۽ ايم ڪيو ايم ناهه سنڌ جي متان مَڙهجي ويو. هونئن نه ته پيپلزپارٽيءَ تي سنڌي ماڻهن جي حوالي سان فرض عائد پئي ٿيو ته مسلم ليگ کي سنڌ ۾ سرڪار ناهڻ لاءِ بنان ڪنهن لوڀ، لالچ ۽ طمع جي سهڪار ڪرڻ. پر جاگيردارانه سياست ۾ جمهوري ۽ انسان دوست فڪر جو فقدان ۽ پينگ هوندي آهي. ان ڪري مسلم ليگ کي ايم ڪيو ايم جي سخت شرطن آڏو جهڪائڻ جي ذميواريءَ کان پ. پ کي آزاد نه ٿو ڪري سگهجي.

رفيقو!

آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ گوريلا جنگ ۽ هٿياربند هلچل وسيلي ٻه ابتدا ڪئي ويندي آهي. پر هڪ اهم نقطو ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته عوام جي سهڪار ۽ سهائتا کان سواءِ ڪابه منزل ۽ ماڳ جو تصور اجايو ۽ عبث، سچ جو پنڌ ۽ رج جي راند آهي. ڇو ته برصغير جي سياسي مزاج ۾ آهي ته پهريائين عوام جي نمائندگي حاصل ڪرڻ. اجا ٻه چئجي ته جڏهن عوام پاران اختيار ملندا آهن ته پوءِ غاصب ڌر سان ڳالهه ٻولهه کان وٺي، نبيرڻ نچيرڻ ۽ ويڙهاند تائين اختيار ٻه ملندا آهن. جڏهن اختيار ملندا آهن ته سياسي هلچل هڪ نئون رخ وٺندي آهي. پر سنڌي قوم ڏانهن، اسان جي غيرمنطقي ۽ منفي روش جو نتيجو نڪتو آهي ته سنڌ جي حاڪميت ۽ نمائندگي جا حق ۽ واسطا، انگريز سامراج جي روحاني پيروڪارن يعني اُن بي وفا، مطلب پرست، موقعه پرست ۽ خاندان پرست سياستدانن جي سپرد ڪري ڇڏيا آهن. ان ڪري اوهان هاڻي پنهنجي

جهوليءَ ۾ نظر وجهي ڏسو ته آزادي جو نعرو هڻو ٿا ته پاڻ وٽ ڪهڙو مال متاع آهي جيڪو داءَ تي هڻڻ لاءِ تيار آهيون. ڇا سڪتا سِر ۽ جذباتي نعرا؟

اسان جي اڳيان هلندڙ صديءَ ۾ ٻه مهاڀاريون لڙايون ٿيون آهن ته ٻه پڇاڙي ۽ نبيري جو هنڌ ٻه ڳالهين وسيلي ٿيو. اسان جي ويجهڙائي ۾ مثال فلسطين ۽ اسرائيل جي ڇڪتاڻ ۽ خونريزي آهي. پر ڇئن ڏهاڪن جي خونريزي ۽ تباهي کان پوءِ فلسطين ۽ اسرائيل سرڇاءَ جي حڪمت عملي ڏانهن پيش قدمي ڪري رَهيا آهن. پري ڇو ٿا وڃو، هندوستان ۽ پاڪستان جي وچ ۾ ڪشمير جو ٻرندڙ مسئلو جيئرو جاڳندو آهي، جنهن خاطر ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ ٽي لڙايون ٿيون آهن. پر اڄ ٻنهي ملڪن جي مجبوري ۽ ضرورت آهي ته ڪشمير سوڌو ٻين ڳنڀير مسئلن کي ڳالهين جي ميز تي ويهي طئه ڪرڻ جي ڪوشش ڪَن. ڇو ته ٽن لڙاين ٻنهي ملڪن جي معاشي ۽ اقتصادي ڍانچي کي لوڏي ڇڏيو آهي. پاڪستان ۾ ته صورتحال وڌيڪ خراب آهي جتي گذريل پنجاهه وَرهين ۾ ڪابه عوام دوست ۽ جمهوريت پسند ادارا سازي پير کوڙي نه سگهي آهي. ايئن ملڪ ۾ مهم جو فوج ڪشي کان وٺي مُهم جو سياست جو دور هلندو اچي پيو. ۽ بدقسمتيءَ سان اسان پاڻ به مُهم جُو سياست جو حصو بڻجي ويا آهيون. ان لاءِ هڪ بيٺل عمارت کي ڍاهي پَٽ ڪرڻ لاءِ پنهنجي ساڃاهه ۽ سمجهه کي صَرف ڪري رَهيا آهيون. جڏهن ته مناسب رَستو آهي ته گڏجي فيصلو ڪيون ته انهيءَ عمارت ۾ رَهي ڪيئن سگهجي ٿو.

دوستو!

اسان سيني کي ذهن نشين ڪرڻ گهرجي ته "سَن" سنڌ جي سياسي ميدان ۾ واٽرلو جو ڪردار ادا ڪري رَهيو آهي. انهيءَ هڪ هڪاٽي واري جنگ ۾ سيد صاحب جي لائق ۽ فائق اولاد، خانداني سياست جو چوغو پائي سجاده نشين بڻجي ويهڻ جي ابتڙ جنهن کُليل ذهن سان آزادانه نموني سنڌ واسين سان ساٿ ڏيڻ جو فيصلو ڪيو آهي سو ساراهه جوڳو عمل آهي. ان ڪري هاڻي اسان سيني جي مٿان ذميواري اچي ٿي ته پنهنجي ڪردار ۽ آدرش وسيلي سنڌ جي عوام ڏانهن رجوع ٿيون. ۽ يقين رکو ته سنڌ جو عوام اسان کي مايوس ۽ نا اميد نه ڪندو. ان لاءِ لطيف

سائين بہ پنهنجي رَهنمائي ۾ تاڪيد ڪندي چوي ٿو:

جئن جئن تپي ڏينهن، تئن تئن تاٽج پنڌ،
ڪو آڳانجهو نينهن، پانيڻ پاروچن سين.

صاحبو!

مان اميد ڪيان ٿو تہ هڪ قومي ڪَارڪن جي وينتي رائگان نہ ويندي ۽ جڏهن ايندڙ سال سن جي ڌرتيءَ تي گڏ ٿيون تہ ڪنهن مراد ۽ مقصد سان لاڳاپيل هجون ۽ سنڌي عوام جي اميدن ۽ آسرن جا واهرو ۽ ساڪي بڻجي اچون.

مهرباني ۽ لک ٿورا

سن ۾ جَناب جي ايم سيد
جي ٻي وِرسيءَ تي پڙهيل
25- 4- 1997ع

# سنڌ جي خوشحالي انسان ذات جي خوشحالي

صدر محترم!
عزت ۽ احترام جي لائق ڀائرو ۽ ڀينرو!
السلام عليڪم

اڄ ٻن ورهين جي لڳاتار جاڪوڙ، هڻ هٽان ۽ مغز ماريءَ کان پوءِ، مان سنڌ ڊيمو ڪريٽڪ قافلي جي هڪ ادنيٰ قومي ڪارڪن جي حيثيت سان توهان سڀني ساٿين جو آڌر ڀاءُ ڪندي؛ خوشي ۽ سرهائي محسوس ڪيان ٿو ته؛ اسان سڀني دوستن جي محنت نيٺ رنگ لاتو آهي جو هتي گڏجي موجوده سنڌ جي سياسي ۽ سماجي وايومنڊل ۾ سُور ۽ ڏک ونڊڻ لاءِ گڏ ٿيا آهيون. ۽ سنڌ واسين کي هڪ جمهوري تنظيم ۽ متبادل پارٽي ڏيڻ لاءِ اميد ۽ آسري جا پيغمبر بڻجي آيا آهيون.

اميد ۽ آسرو، جياپي ۽ جدوجهد جي ڪرنڊڙ ويساهه کي جذبات ۽ اتساهه جي طفيلي سان عارضي دلجاءِ ڏيندو آهي. اهو اميد ۽ آسري جو اسم فرد کان وٺي ڪٽنب تائين، ڪٽنب کان وٺي قومن تائين، مصيبتن، مونجهارن ۽ اپدائن ۾ دلجاءِ جو ڪم ڏيندو آهي. پر جيڪڏهن اميد ۽ آسري جو پڪيئڙو به انساني من جي اکيري مان اڏام ڪري هليو وڃي ته پوءِ فرد کان قومن تائين جيئڻ تان ارواح کڄيو وڃي. جنهن ڪري اهڙي سماج ۾ مزاحمت جي شڪتي به ٻُڙيءَ تائين وڃي بيهندي آهي. ائين فرد کان وٺي قوم، سماج ۽ رياست کي زنگ لڳڻ شروع ٿيندو آهي. انهيءَ حوالي سان سنڌ ۽ سماج جو ڇيد ڪبو ته وراٿي ملي ٿي ته اميد ۽ آسري جي ڏيئي تي جياپي لاءِ جدوجهد ڪري رهيا آهيون. جنهن ڪري سنڌ جي بيهڪ ۽ ڪردار تي ٿورو ڊگهيرو بحث ڪبو ته پاڻ کي انهي راهه ۾ رنڊ ڳولڻ ۾ سولائي ٿيندي جنهن لاءِ پاڻ هتي گڏ ٿيا آهيون.

رفيقو!

ان کان اڳ جو ڪجھ گذارشون ۽ عرضداشتون شروع ڪجن. مان سنڌ بابت هڪ مضبوط ۽ مثبت راءِ رکان ٿو ته سنڌ صدين کان هڪ جداگانه وطن ۽ رياست جي حيثيت ۾ رَهي آهي. سنڌ کي پنهنجو منفرد ڪلچر، ثقافت، سڃاڻپ ۽ ٻيون قدرت جون اڪيچار نعمتون ۽ نوازشون عطا ٿيل آهن. سنڌ، موجوده پاڪستان ۾ 23- مارچ 1940ع جي لاهور ٺهراءَ مطابق رضاڪارانه طور شامل ٿي آهي. سنڌ کي ڪنهن غنيم زوري قبضو ڪري پاڪستان ۾ شامل نه ڪيو آهي.

ٻائرو!

مان هاڻي پنهنجي سمجھ ۽ وِتَ آهر سنڌ ۽ ان سان لاڳاپيل ٻين اسمن کي ڪوشش ڪري ترتيب وار رکندس ۽ ان جي حَل ۽ اُڪلاءَ بابت به تجويزون هِن هائوس آڏو رکندس. ۽ پوءِ فيصلو اوهان جي هٿن ۾ هوندو. ڇو ته هتي جيڪي به ڪارڪن، دانشور ۽ ساڃاهه وند ماڻهو گڏ ٿيا آهن سي سنڌ جي ضمير ۽ خمير جو جوهر ۽ نمائنده آهن انهي آڌار سان ترتيب وار هيٺين نقطن تي بحث ڪرڻُ، راءِ ڏيڻ ۽ نچوڙ ڪڍڻ جي گھُرج آهي:

1- سنڌ جي صورتحال
2- عالمي صورتحال
3- سنڌ جو حق ۽ حيثيت
4- سنڌ جو فلسفو ۽ سنيهو
5- سنڌ جو عالمي امن ۾ ڪردار

## 1- سنڌ جي صورتحال:

سنڌ ۾ سنڌي ماڻهو نراسائي، اباڻڪائي، بي وسي، بيزاريءَ ۽ بي اعتباري جي مونجھارن ڪيفيت سان سلهاڙيل عذاب ۽ پيڙا وسيلي پنهنجي نجات ۽ ڇوٽڪاري لاءِ ڌهندو ۽ ڪِرندو، رِڙهي به رَهيو آهي ۽ هيڏانهن سهڪار لاءِ واجهائي به رهيو آهي. سنڌ جي اهڙي خوفناڪ صورتحال ڏانهن ويڄ جو مکيه ڪارڻ آهي ته سنڌ جي مٿان صدين جو بدبودار سماج يعني قبائلي/ جاگيردارانه سماج ، نئين روپ، نئين ويس ۽ ڍنگ سان موجود آهي،

جنهن کي علمي ٻوليءَ ۾ جديد جاگيرداري (Neo- Feudalism) چئي سگهجي ٿو. انهيءَ سماج جو نمائندو جاگيرن ۽ اٿاهه وسيلن سان صدين کان ڪاريهر بڻجي وينل آهي. غلام سنڌ ۾ پنهنجن نالن سان ڪيترين رکي، هزارين ايڪڙ زمين جو والي وارث بڻجي؛ اٻوجهه عوام کي يرغمال بڻايو وينو آهي. جنهن ڪري سنڌي سماج جمود جي گهيري ۾ آهي. چو ته بدلجندڙ صورتحال ۾ گهرج آهي ته سياسي ۽ اقتصادي سرشتي ۾ ردوبدل ٿيڻ گهرجي.

دوستو!

سنڌي سماج تيُ گذريل اڌ صدي کان ٽن اهم فردن جو اثر رهندو اچي پيو. انهن فردن ۾ جناب جي ايم سيد، ذوالفقار علي ڀٽو ۽ رسول بخش پليجو جا نالا ڪٽي سگهجن ٿا. هنن صاحبن سنڌ کي آزادي، انقلاب ۽ مساوات جا نعرا ڏنا پر ڪُهربل نتيجا حاصل ڪري نه سگهيا. ان جو مکيه ڪارڻ هيو ۽ آهي ته جمهوري قدرن جي کوٽ ۽ ڀينگ. جنهن ڪري نئين اڻ تڻ ۽ شعور سان واڳيل طبقو جيڪو پنهنجي ارتقائي اوسر جي ابتدائي ۽ عبوري دؤر مان گذري رهيو آهي جنهن کي نئين سماج جي اڏاوت ۾ ڪليدي ڪردار ادا ڪرڻو آهي. انهي طبقي کي هيٺيون وچولو طبقو به چوندي هيڪ محسوس ٿئي ٿي سو پنهنجي حقيقي ڪردار ادا ڪرڻ کان يا ته اڻ ڄاڻ آهي ۽ يا وَري ڪَن لاٽار ڪري رهيو آهي. جنهن ڪري اياڻن، اٻاڻڪن ۽ ڇڙواڳن جا ٽولا عام جام نظر اچي رهيا آهن.

ان هوندي به سنڌ جي ساڃاهه وند طبقي وٽ هڪ اهم سوال آهي ته سنڌ ۾ اڪيچار پارٽيون ۽ گروهه موجود آهن جيڪي قوم پرستيءَ جون دعويدار، آزاديءَ جون مبلغ ۽ مزاحمت کان وٺي هٿياربند جدوجهد ۾ ويساهه رکندڙ آهن، ته پوءِ به هڪ نئين پارٽي ٺاهڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ ان کان اڳ جو نئين پارٽي ٺاهڻ بابت وضاحت ڪجي. هڪ نقطي ڏانهن ڌيان ڏيارڻ ضروري سمجهان ٿو ته هيترين سارين پارٽين هوندي به سنڌ جو روشن خيال طبقو ۽ پورهيت پوءِ به اڻ تڻ ۽ ڇڪتاڻ محسوس ڪري رَهيو آهي. ان جو مطلب ته هڪ پولار موجود آهي. چو ته اسان جي سياسي ميدان ۾ هڪ پاسي سخت گير مرڪز پرستي جون طرفدار ڌريون جهڙوڪ پ ـ پ، مسلم ليگ ۽ ٻيون مذهبي ڌريون آهن

جيڪي ملڪي وَهنوار ۾ اسلام آباد جي چوڌاري طواف ڪرڻ ۾ ظاهري مذهبي ڏيک ويک کي پنهنجي پهرين ترجيح ۾ شمار ڪن ٿيون. ٻئي پاسي آزاديءَ کان وٺي سنڌ جي حقوقن جون دعويدار ڌريون جن وٽ مبهم، جذباتي ۽ انتها پسند فڪر کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونهي سي سخت گير مرڪز گريزي جون طرفدار آهن. ائين سخت گير مرڪز پرست ڌرين جي فلسفي ۽ فڪر جو ڇيهه ڦرلٽ، جبر ۽ استحصال سان لاڳاپيل آهي. جڏهن ته سخت گير مرڪز گريز ڌرين وٽ ڇڙواڳي، لاتعلقي ۽ انارڪيءَ جا فڪر آزادي ۽ انقلاب جي نالي ۾ آهن. ائين ٻنهي مڪتبه فڪر واري سياسي عمل ۾ سپرمين، هرڪيولس ۽ شيرمير بحر وارو تصور شدت سان موجود آهي. جنهن ڪري جمهوريت، آزادي ۽ ٻين دلفريب ڏيان طلب نعرن کان پوءِ به سندن عمل جو دائرو جاگيردارانه سوچ ۽ فڪر سان سلهاڙيل آهي، يعني فرد پرستي جي وبا. فرد ڄڻ ته پارٽيءَ جو ڪرتا ڌرتا، ان داتا ۽ والي وارث آهي. ان جي برعڪس ڪنهن به پارٽيءَ جو روح ادارا هوندا آهن، جيڪي جمهوري ۽ سياسي آزاديءَ جا پيڙهه پٿر هوندا آهن. انڪري فرد ادارن جي تابع هوندا آهن. پر اسان وٽ قصو ئي نرالو لڳو پيو آهي ته نالي ماتر ادارا به فرد جا غلام ۽ ٻَڌا ٻانها آهن. ۽ عجب جهڙي ڳالهه ته فرد پڇا ڳاڇا کان آجو ۽ ڇُٽل روح آهي، ۽ پارٽيءَ جي سربراهه هئڻ جي ناتي رشتي سان پنهنجي مَن ماني ڪرڻ لاءِ کيس اڻ ڪُٿ اختيار حاصل آهن. انهيءَ فرد واحد جي بالادستي جي ڪارڻ سمورو سماج جمود ۾ ڦاٿل آهي. جنهن ڪري سياسي پارٽيون، اهي مرڪز پرست يا مرڪز گريز هجن انهن جي ڪَارڪنن ۾ به هيٺين سطح تي ڇڙواڳي، لاپرواهي ۽ لاتعلقي جي مَرض زور ورتو آهي. جنهن ڪارڻ سياسي پارٽين، ڌرين ۽ گروهن ۾ چنڊاخوري، ڀَتا خوري، اغوائن ۽ ڌاڙيل ڪلچر اڇي وَاسو ڪيو آهي. جيڪڏهن ڪنهن پارٽيءَ يا گروهه ۾ ڪي صاحب دل ۽ روشن خيال انسان آهن ته اهي حصغر صفن ۾ ويٺل گمنام وَرڪر آهن. انهي سبب سنڌ ۽ سمورو ملڪ دهشت گرد سياست وٽ يرغمال بڻيل آهي. خاص ڪري سنڌ جو روشن خيال طبقو ٻن چڪيءَ جي پڙن ۾ پيسجي رهيو آهي. اهو هيئن ته شهري دهشت گرد ۽ ڌاڙيل دهشت گرد جي گهيري ۾ آهي. انهن ٻنهي قوتن جا رَهنما ۽ رَهبر

جمهوريت ۽ جمهوري قدرن جا ظاهري طور دعويدار ٻه آهن پر بنيادي طور فاشسٽ ۽ جاگيردارانہ سماج جا رکوالا ۽ رَهبر آهن. انهن رهبرن جي مهربانيءَ سان سنڌ ۾ قبائلي جهيڙن، ذات پرستي جي شديد ڇڪتاڻ سان گڏوگڏ فرقيوارانہ شدت پرستي ٻه وڌي رهي آهي. جنهن جا ٻہ ويجهڙائيءَ ۾ مثال سنڌ جي صوفي مزاج کي للڪار آهن. هڪ عيد جي ڏهاڙي جهمپير جي پاسي ۾ هڪ صوفي عرب شاهه ۽ سندس ڀاڻيجي کي سفاڪي ۽ بيدرديءَ سان قتل ڪرڻ آهي ۽ ٻيو واقعو مهينو ڪن اڳ لاڙڪاڻي ۾ هڪ نوجوان عقيل شيخ کي مذهبي بيحرمتي جي هٿرادو تهمت هيٺ سنگسار ڪرڻ ۽ قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ آهي. انهي ڪوشش ۾ ناڪام ٿيڻ کان پوءِ مذهبي جنونين لاڙڪاڻي جي پريس ڪلب تي حملو ڪيو ۽ شهر ۾ ڀيج ڊاهه ڪئي.

ساٿيو!

اهو ياد رکڻ گهرجي تہ جڏهن مروج سماج پنهنجي جياپي جي اهليت ۽ حيثيت وڃائي ويهي رَهندو آهي ۽ ان جي جاءِ وٺڻ لاءِ ٻيو روشن خيال سماج نہ ٿو اڀِري وَڌي تہ اهڙي حالت ۾ لازمي نتيجو ملندو آهي تہ رجعت پرستي ۽ شدت پرستي ۾ واڌارو ٿيڻ لڳندو آهي. انهي صورتحال سان سنڌ هن وقت منهن مقابل آهي. ۽ سنڌ ۾ جمود طاري آهي. جنهن ڪري سنڌي قوم جي مزاج ۾ هيٺيان اوگڻ وَڌي رهيا آهن.

1ـ مطلب پرستي ۽ فرد پرستي.

2ـ قومي شعور کان لاتعلقي ۽ بزدلي.

3ـ فرقيواريت ۾ واڌارو.

4ـ غير جمهوري قدرن ۾ واڌارو.

انهي هيڏي ساري جمود کي ٽوڙڻ لاءِ سنڌ کي هڪ اهڙي پارٽيءَ جي ضرورت آهي جيڪا اداراسازي، جمهوري قدرن جي پاسباني، گڏيل قيادت ۽ سياست جي لاءِ جدوجهد ڪري سگهي. ان لاءِ سنڌ ڊيموڪريٽس تواريخ ۾ پنهنجي ذميواري نڀاهيندي اڳتي قدم کڻي رَهيا آهن. جنهن ۾ اوهان جي سهڪار ۽ پذيرائي جي اشد ضرورت آهي.

دوستو!-

اسان جي گڏيل پيش قدمي،لاءِ صفن ۾ ويٺل ساٿين ڏانهن اک

ڪٽي ڏسندا تہ توهان ڪي اندر ڪارو ڪانءُ ٻاهر ٻولي هنج وارا انسان نہ پر اندر جا اڇا اجرا، سنڌ ۽ انسان ذات جي محبت سان سرشار ماڻهو نظر ايندا. اسان جي ساٿين جي دامن تي بي وفائي، احسان فراموشي، ٻچاپڙائپ جا داغ نظر ڪونہ ايندا. ان هوندي بہ انسان خطا جو گهر آهي. ان لاءِ اسان ادارن جي حوالي سان آڏي پڇا، ذميواري ۽ سڌاري جي عمل کان ڪنهن ڪي بہ اجو ڪري نہ ٿا سگهون.

هاڻي هتي هڪ سوال ٿو اُڀري تہ اسان ڪير آهيون جو ايڏي دعويٰ ۽ دم سان اوهان جي آڏو حاضر ٿيا آهيون. اسان منجهان ڪوبہ اهڙو فرد ڪونهي جيڪو سياسي سجاده نشيني ۽ سياسي شجري جو مالڪ هجي. پر اسان سڀ هڪ سياسي جدوجهد جي پيداوار آهيون؟ اسان جي سياسي جدوجهد جي تواريخ هيئن بڻجي ٿي تہ سنڌ جي بمبئي کان آزادي، سنڌي ٻوليءَ جي بقا ۽ بچاءَ جي جنگ، ون يونٽ جي طوق کان آزادي ۽ هاڻي تواريخ اسان سيني جي ڪلهن تي ذميواري رکي آهي تہ سنڌي سماج ۾ ردوبدل آڻڻ لاءِ والي وارث بڻجي وينل طبقي کي اقتدار کان محروم ڪري عوام جي خوشحالي جي ضبط ٿيل اختيار عوام جي حوالي ڪرڻ. ان لاءِ جمهوري جدوجهد ڪي ڪارج مند ۽ سگهارو بنائڻ آهي.

## 2- عالمي صورتحال:

ياٿرو!

هاڻي مان عالمي صورتحال ڏانهن اوهان مهربانن جو ڌيان ڇڪائڻ ضروري سمجهان ٿو. اسان آڏو هن ويهين صدي جو حساب ڪتاب ۽ ليکو چوکو هيئن بيهي ٿو تہ هيءَ صدي غلامن جي آزادي جي صدي بڻجي آئي. سامراجين جي گرفت مان ملڪن آزادي حاصل ڪئي. هن صديءَ ۾ هڪ عظيم چمتڪار ٿيو جو روس ۾ سويت يونين جي نالي سان پورهيتن جي پهرين سرڪار وجود ۾ آئي. اها پورهيتن جي سرڪار دنيا ۾ مظلوم قومن ۽ طبقن جي طرفدار سڏائڻ لڳي. پر اها ساڳي پورهيتن جي سرڪار مني صديءَ جي سفر کان پوءِ حصا پتيون ٿي وئي. ڇو تہ پورهيت سرڪار جي پاليسي ساز همراهن پورهتين ۽ مظلومن جي حڪمرانيءَ جي نالي ۾ غير جمهوري ۽ غير منطقي روش اختيار ڪئي. هيئنر عالمي سياست ۾ ائين پيو سمجهيو وڃي تہ آمريڪا ڪي هڪ هٽي ۽ ورلڊ آرڊر

لاڳو ڪرڻ جا اختيار ملي ويا آهن. ان ڪري آمريڪا جي حيثي جيثي دنيا ۾ ڪابہ قوت ڪانهي. پر اها خام خيالي آهي ڇوتہ جيستائين هوند ۽ اڻ هوند جو فرق، غريب ۽ امير جي وچ ۾ وٿي موجود آهي اوستائين سياسي ۽ معاشرتي آزاديءَ جي هلچل ختم ٿيڻي ناهي. هوئن موجوده دور جي سامراجي حڪمت عملي ۾ بہ ڦير ڦار اچي وئي آهي تہ پراڻي دور ۾ سامراج ملڪن تي قبضو ڪندو هيو. پر موجوده سامراج معاشي ۽ اقتصادي وسيلن تي قبضو ڪري قومن کي لاچار، بي وس ۽ بدحال بڻائيندو رَهي ٿو. ان لاءِ ضروري آهي تہ سامراج، معاشي انصاف ۽ آزادي جي وچ ۾ ٿيندڙ ڇڪتاڻ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪيون.

### 3- سنڌ جو حق ۽ حيثيت:

سنڌ، صدين کان فطرتي ارتقا جي عمل جي پيداوار آهي. جنهن ڪري سنڌ کي اهو حق حاصل آهي تہ هو پنهنجي تقدير جو پاڻ فيصلو ڪري. انهي سوال سان اسان سيني جي جياپي ۽ جدوجهد جا اڪيچار سوال لاڳاپيل آهن. ان ڪري سنڌ لاءِ پنهنجي اقتدار جي حصول لاءِ جدوجهد وارو سوال بنيادي پٿر جي حيثيت رکي ٿو. جنهن کي پنهنجي جاءِ تان چُرڻ نہ گهرجي. جيڪڏهن اهو سوال پنهنجي جاءِ تان تِر جيترو بہ چُري پوي ٿو تہ پوءِ هِن قومي وهنوار ۽ قومي هستي جي سڄي عمارت لُڏي پوندي.

### 4- سنڌ جو فلسفو ۽ سنيهو:

صدين کان سنڌ جي تواريخ تي نظر ڦيرائبي تہ سنڌي ڪڏهن بہ حملہ آور ۽ اڳرائي ڪندڙ نہ رَهيا آهن. جنهن ڪري سنڌ پنهنجي ڪک مان هڪ فلسفي کي جنم ڏنو آهي. جنهن جو بنياد عدم تشدد، رواداري ۽ سهپ جي سونهري اصولن تي رکيل آهي. پر ان جو مطلب اهو ناهي تہ "وجهي مُنهن مونن ۾ غربت منجهہ گذار" ـ ڇو تہ اهو نرواڻ ۽ فرار حاصل ڪرڻ جو زوالي طريقو آهي. سنڌ جي فلسفي ۽ سنيهي جو سلسلو شاهہ عنايت شهيد، مخدوم بلاول، ميان مير سنڌي، سومد، شاهہ لطيف، سچل، سامي، بيڪس، بيدل، روحل، دادا ڄيٺ مل پرسرام، حشو ڪيو لراماڻي، سوڀو گيانچنداڻي، محمد ابراهيم جوئي ۽ سن جي سائين کان

ٿيندو اسان جي سينن ڏانهن منتقل ٿي رهيو آهي. انهي سنڌ جي فلسفي ۽ سنيهي جي تشريح لطيف جي هينئن بيت سان ٺهڪي اچي ٿي.

صوفي لاڪوفي، ڪونہ پائينس ڪير،
منجهائي منجهہ وڙهي، پڌر نہ آهيس پير،
جنين ساڻس وير، هي تنين جو واهرو.

### 5- سنڌ جو عالمي امن ۾ ڪردار:

سنڌ جي فلسفي ۽ سنيهي جي نقطہ نگاهہ کان سنڌ جو عالمي امن ۾ ڪردار هيئن بڻجي ٿو تہ هن جنون، ڦرلٽ جي وايومنڊل ۾ انسانيت دشمن وَهنوار ۽ طور طريقن جو خاتمو آڻجي. جنهن ڪري ڌرتي جي سيني تي ڪروڙين بي گناهہ انسان ماريا وڃن ٿا ۽ پيڙيل انسان ذات کي معاشي ۽ سياسي غلامي مان آزاد ڪري، انهن قوتن کان انسانيت جي ڀلائي لاءِ ڪم وٺڻ ۽ لطيف سائين جي هيئين دعا سان عالمي امن ۾ ڪردار نڀائڻ جو عزم ڪرڻ:

سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار،
دوس! تون دلدار عالم سڀ آباد ڪرين.

محترم صاحبو!

قومي جدوجهد جي تواريخ ۾ واقعا ۽ ڏهاڙا سدائين يادگار ۽ اتساهہ ڏيندڙ هوندا آهن. انهي سلسلي سان لاڳاپيل ڏينهن 4 مارچ 1967ع آهي.

4 مارچ جو ڏهاڙو ۽ ڄامشوري جي پُل پرسان ميدان، سنڌ جي تواريخ ۾ هڪ جاءِ والاري ٿو ۽ ان کي "سنڌ جو واٽرلو" چئجي تہ وڌاءَ نہ ٿيندو. ڇو تہ جيئن يورپ جي تواريخ ۾ واٽرلو جي جنگ فرانس واسطي هَار ۽ انگلنڊ جي سَرسي ۽ حڪمراني لاءِ نوان رَاهہ ۽ رند کولي ڇڏيا. تيئن 4 مارچ لاءِ هڪ قومي ڏينهن جي حوالي سان ائين چئي سگهجي ٿو تہ سنڌ جي اڀرندڙ سرواڻ طبقي لاشعوري طور سنڌ جي جي واٽرلو ۾ ويڙهاند ڪندي ۽ سڄاڻپ جا اهڃاڻ ڇنيندي نروار ٿيو.

اسان جو ويساهہ آهي تہ سنڌ جي پڙهيل ڳڙهيل باشعور طبقي کي نہ رڳو سنڌ ۾ پر هن ملڪ ۾ سرواڻ جو ڪردار ادا ڪرڻو آهي. ڇو تہ

اسان سنڌ جنهن حقوقن جي جنگ ۾ مصروف آهيون سا نہ رڳو سنڌ جي رَهواسين جي خوشحالي ۽ نجات جي جنگ آهي. پر سموري ملڪ، ڏکڻ ايشيا ۽ انسانيت جي ڇوٽڪاري جي جنگ آهي. ائين سمجهڻ گهرجي سنڌ کي ڇوٽڪارو ملندو تہ انسانيت جي ڳچي ۾ پيل غلامي جي طوق ۾ بہ خلاصگي اچي ويندي. انهيءَ عزم ۽ ارادي تي مستحڪم تي جدوجهد ڪرڻ جو سنڌ ڊيموڪريٽڪ پارٽي اوهان سان وَچن ڪري ٿي.

اڄ اسان هڪ وڏي ڪاميابي ڏانهن پيش قدمي ڪرڻ لاءِ ثابت قدميءَ سان اڳتي وڌي رهيا آهيون. پر ياد رکو تہ لاپرواهي، سُستي ۽ غير ذميواري جي ڪري ناڪامي ۽ بربادي بہ اسان جي حصي ۾ اچي سگهي ٿي. پر لطيف اسان سيني جي رهنمائي ڪندي چوي ٿو:

ڪرڪٽا لاهي سامي سک نہ سُتا ڪڏهن،
سانباهو آهي ڪاهوڙين ڪي پنڌ جو.

مان اوهان سان ڀيهر ملڻ ۽ فيض حاصل ڪرڻ جو وعدو ڪندي موڪلائڻ کان اڳ ۾ انهن محب وطن ۽ سنڌ جي تاج ۾ چمڪندڙ هيرن جو ذڪر ڪرڻ ۽ کين خراج عقيدت شراڌانجلي پيش ڪرڻ لازمي سمجهان ٿو تہ جيڪي اسان کان وڇڙي ويا آهن پر ذهني طور گڏ آهن. انهن دُر ناياب ۾ شيخ اياز/ اياز قادري، ڊاڪٽر درشهوار، شوڪت سنڌي، حفيظ قريشي جا نالا ذهن جي قرهيءَ تي تري اچن ٿا. ان کان سواءِ انهن دوستن ۽ ساٿين کي بہ وِساري نہ ٿو سگهجي جيڪي بنديخانن ۾ سنڌ جي محبت ۾ گهاري رهيا آهن.

اوهان سيني جا لک ٿورا ۽ احسان
جيئي سنڌ، جيئي لطيف

حيدرآباد سنڌ
4۔ 03۔ 1998ع
(سنڌ ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي
افتتاحي اجلاس ۾ ڪيل تقرير)

# سچُ مچائي مَچُ

محترم مير- مجلس!

عِزت ۽ احترام لائق، سنڌ جي ڪنڊ ڪُڙڇ مان آيل سگا جا

ڀائرو ۽ ڀينرو!

السلام عليڪم!

جادوءَ جي شهر دادوءَ ۾ اوهان سان حال احوال اورڻ ۽ مڪاميلو ڪرڻ، مان لاءِ اعزاز آهي. دادو- جيڪو سنڌ جي قديم ۽ جديد تواريخ ۾ سنگم جو پَڊُ رکي ٿو. دادو، جنهن جي ساڄي پاسي ڪيرٿر جهڙو ارڏو ۽ اونچو جبل ڪرڪنيون بيٺل آهي ته سندس کاٻي پاسي صدين کان وَهندڙ سنڌو درياهه جڻ ته فطرت جا انمول تحفا آهن. جڏهن ته مَوهن جي دڙي کان به پراڻيون وسنديون: واهي پانڌي، آمري ۽ دنيا جو شاهڪار رني ڪوٽ سندس قدامت جا ساکي آهن. دادو بلاولي تحريڪ ۽ ميان وال هلچل جو مرڪز- دادو برصغير کي امن، انسانيت ۽ ڀائپي جو درس ڏيندڙن ابوالفضل ۽ ميان مير سنڌي کي جنم ڏيندڙ. دادو- سنڌ جي جديد قوم پرست تحريڪ جي روح روان جناب جي ايم سيد جي جنم ڀومي ۽ آخري آرامگاهه. دادو- شيخ اياز جي آزاد سپنن جو ساکي. دادو- سنڌ جي هڪ گمنام قوم پرست ۽ سنڌ دوست ساٿي شوڪت سنڌي جو ماڳ مڪان- ۽ استاد بخاري، پروفيسر عبدالله مگسي، علي احمد قريشي ۽ تاج صحرائي ۽ ملامتي فرقي جي رَهبر قلندر جي نگري. انهيءَ دُادو ۾ سنڌ گريجوئيٽسُ ائسوسيئشن جو هيءُ ساليانو ميڙ به هڪ تواريخي مان ۽ مرتبو رکي ٿو.

صاحبو!

سنڌ- جيڪا گذريل مُني صدي کان وني سياسي ڀڃ ڊاهه ، سماجي

اباڻڪائي، ڇڙوڇڙ، وٺ پڪڙ ۽ پڄ پڄان جي دور مان گذري رهي آهي؛ ان سنڌ ۾ مستقل مزاجي سان هڪ تنظيم جو ترتيب ۽ سنا ۽ سان ڪردار نڀاهڻ ۽ ذميواري جو احساس پيدا ڪرڻ ڪنهن ڪرامت ۽ ڪرشمي کان گهٽ ڪونهي. اهو احساس ۽ ذميواري جو اعليٰ مثال سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيئيشن آهي. اها سنڌ گريجوئيٽس پنهنجي ڄمار جا پنجويهه ورهيه پورا ڪري اڳتي وک وڌائي چڪي آهي.

مان سگا جي گڏجاڻين ۾ پرائڻ ۽ لاڀ حاصل ڪرڻ خاطر شريڪ ٿيندو رهيو آهيان. پر سگا جي نئين ديري واري ساليانى گڏجاڻي کان ۽ ميرپور خاص کان ٿيندو اڄ جڏهن دادو ۾ اوهان جي آڏو حاضر ٿيو آهيان ته مَن ۾ هڪ هورا کورا متل رَهي آهي ته سگا شايد هاڻي روايتي تنظيم جو درجو حاصل ڪندي پئي وڃي. يعني اهي تقريرون، تحريرون ۽ قراردادون، وري موڪلاڻي ۽ ايندڙ سال گڏجڻ جو وعدو ۽ وچن ڪندي الله واهي ڪرڻ. ائين منهنجي من ۾ هڪ ٻئي سان سلهاڙيل سوال ۽ نقطا ايرندا، ٻڊندا ۽ ٿهندا رَهيا آهن. نيٺ ڪجھ چونڊ نقطا ۽ سوال ڪٺي اوهان جي آڏو حاضر ٿيو آهيان ته انهن کي نظر ۾ رکندي سوچ ويچار ڪجي ۽ ڪا گڏيل راءِ ۽ جهان جوڙڻ جي ڪوشش ڪجي.

اهي نقطا ۽ هڪ سوال ترتيب وار هيٺ بيهن ٿا:

1۔ سنڌ جي موجوده صورتحال؟

2۔ سگا جو تواريخي پس منظر ۽ ڪردار؟

3۔ سگا ۽ سنڌ جو مستقبل؟

4۔ نيٺ ڇا ڪجي؟

## 1- سنڌ جي موجوده صورتحال:

منهنجي سياسي سانڍر کي چوٿائي صديءَ کان ڪجھ وڌيڪ سمو ٿي ويو آهي. انهي سڄي عرصي ۾، مان سنڌ جي عوام لاءِ رهبرن، اڳواڻن ۽ سماج شيوڪن جي زباني رٽيل ٻٽيل جملا ۽ اخباري بيان ٻڌندو اچان پيو ته "سنڌ جنهن نازڪ دور مان لنگهي رَهي آهي، اهڙو نازڪ ۽ مصيبتن ڀريو دور اڳ ۾ ڪونه آيو آهي. ان لاءِ اچو ته ٻَڌي ڪيون ۽ سنڌ کي بچايون." وغيره وغيره. انهي صورتحال ۾ سنڌي سماج خوف، وهم ۽ وسوسي جي ڪوهيڙي ۾ لپيٽجي ويل آهي. جنهن جي

ردعمل، ياج، لاتعلقي ۽ لاپرواهي جي ڪيفيت کي مسلط ڪري ڇڏيو آهي. اهو خوف، وهم ۽ وسوسو تڏهن پيدا ٿيندو آهي جڏهن پڇيا ڳاڇا، ردوبدل ۽ ذميواريءَ جي احساس کان سماج پرانهون ٿي ويندو آهي. ان ڪري سنڌ جي موجوده صورتحال لاءِ چئي سگهجي ٿو ته ردوبدل جي ابتدائي دور لاءِ به تيار ڪونهي ۽ ننڊ ۾ ستل آهي، پر خواهش ۽ چاهت رکي ٿو.

## 2- سگا جو تواريخي پَس منظر ۽ ڪردار:

اسان کي سگا جي تواريخي پس منظر ۽ سندس ڪردار کي سمجهڻ ۽ چنڊ ڇاڻ ڪرڻ لاءِ ورهاڱي جي دور کان ٿورو اڳيرو پيروڪٽڻ جي ضرورت آهي.

سنڌ ۾ ورهاڱي کان اڳ، سنڌي وچولو طبقو، اسان جي هندو ڀائرن ۽ ٻين جاتين جهڙوڪ پارسي، ڪڇي، راجستاني، ميمڻ ۽ گجراتين تي مشتمل هيو. سنڌي مسلمانن جي اڪثريت ننڍن شهرن ۽ ٻهراڙين ۾ رهندڙ ۽ زراعت سان وابسته هئي. انهي طبقي جو نمائندو ۽ مالڪ جاگيردار هيو. انهن ٻنهي طبقن يعني سنڌ ۾ وچولي طبقي ۽ جاگيردار طبقي جي وچ ۾ ڇڪتاڻ ۽ نبيرو تواريخ جو لازمي ۽ اڻ ٽر حصو هئا ۽ آهن. ان کان اڳ جو اها تحريڪ، جديد قومي هلچل جي آڌار تي نجات جي نئين راهه ڏانهن ڇوهائيءَ سان وکون کڻڻ لڳي هَا، ان کي فرقيوارانه بنيادن تي ورهاڱي جي اثر ڪک پن ڪري ڇڏيو. جنهن ڪري سنڌ ۾ وڏي لڏ پلاڻ شروع ٿي ۽ سنڌ جي ايرندڙ طبقي جا في الحال پير پٽجي ويا. انهي ڪري سنڌ ۾ سياسي ۽ سماجي پولار پيدا ٿي پيو. پوءِ ته ڏسندي وائسندي ورهاڱي جي وَرجاءَ ۾ پناهگيرن جا ڪٽڪ سنڌ جي وڏن شهرن ۾ ڪاهي پيا ۽ سنڌين جي مال ۽ ملڪيتن تي ڪليمن جي نالي ۾ قبضو ته ٿي ويو پر سنڌ جي سڄاڻپ ئي خطري ۾ پئجي وئي. ان ڏکٿارڪي صورتحال ۾ به سنڌ جو پڙهيل ڳڙهيل نالي ماتر طبقو، جنهن کي سنڌ ۾ مستقبل لاءِ تواريخ ۾ پنهنجو فرض نياهڻو هيو سو ٽلڪندو ۽ ٽلندو رهيو. اهو هٿين خالي طبقو پنهنجي ساڃاهه ۽ فڪر جي پنيرائي سان هيئين مرحلن مان لانگهائو ٿيو.

1- سنڌ کان ڪراچيءَ کي ڇني ڌار ڪرڻ جي خلاف احتجاج

2ـ سنڌي ٻوليءَ کي ڪراچيءَ جي تعليمي ادارن مان نيڪالي ڏيڻ خلاف احتجاج

3ـ ون يونٽ جي غلامي خلاف جدوجهد جو اعلان.

4ـ سنڌي ٻوليءَ جي مان، مرتبي ۽ حيثيت کي ختم ڪرڻ جي سازش خلاف منظم تحريڪ هلائڻ.

5ـ 4 مارچ 1967ع تي پهريون ڀيرو لاشعوري طور سياسي احتجاج جو اعلان.

مان سنڌ جي انهي اُڀرندڙ طاقت جو اکين ڏٺو شاهد آهيان. اهو هيئن ته جڏهن مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جي بنگلي تي 9 مارچ 1969ع تي حيدرآباد ۾ جناب جي ايم سيد جي سربراهي ۾ "اينٽي ون يونٽ فرنٽ" جو جلسو ٿي رهيو هيو ته انهيءَ ڪاج جو سجائيندڙ ۽ سرواڻ اهو نئون اڀرندڙ طبقو هيو. انهيءَ جلسي ۾، سنڌ جو ابن الوقت جاگيردار سياستدان جنهن وطن فروشي ۾ ڪا به ڪَسر ڪانه ڇڏي هئي سو سنڌ جي اُڀرندڙ طاقت جي اڳو ايترو ته هيسجي ويو هيو جو ڀريل جلسي ۾ اُٿي بيهي، هٿ جوڙي معافي وٺي رَهيو هيو. آئنده لاءِ سنڌ سان وفادار رَهڻ جو وَچن ۽ وعدو ڪري رهيو هيو. انهيءَ سنڌ جي سرواڻ طبقي جي ساراهه ۽ ميجتا، جناب جي ايم سيد تقرير ۾ هينئين ريت ڪئي:

"مون کي خبر آهي ته اسان جي جن نوجوان شاگردن ۽ قومي ڪارڪنن هن انقلاب آڻڻ ۾ حصو ورتو آهي تن کي چند شخصن ۽ گروهن جي ابن الوقتي واري پاليسي خلاف سخت رنجيدگي آهي. ليڪن، آءُ ڪين سندن قربانين، همٿ ۽ صداقت جو واسطو وجهي عرض ڪندس ته ون يونٽ جي ڊهڻ تائين تڏائي ڪان ڪم وٺن. ڇاڪاڻ ته ون يونٽ ڊاهڻ ۾ اسان کي هَر سنڌيءَ جي ضرورت آهي. اسان جي عوام ۾ ايترو شعور پيدا نه ٿيو آهي جو انهن قومي ڪارڪنن ۽ خادمن کي ڪثير تعداد ۾ چونڊي اسيمبلين ۾ موڪلين. پئسي، ذاتي اقتدار، لَڳ لاڳاپي، زميندار، پير ۽ مولوي کي اڃان اسان جي معاشري ۾ گهڻو اثر آهي، ۽ ڪم هڪ ئي وقت ٿي نه سگهندا."

انت ته انهي سرواڻ طبقي يعني نوجوان شاگردن، قومي ڪارڪنن ۽ دانشورن جي ڳڏيل پورهئي رنگ لاتو جو ون يونٽ کي سندس خالقن ئي

عوامي دٻاءَ هيٺ جُهڪندي ۽ مصلحت پسندي کان ڪم وٺندي، ايندڙ آئين ساز اسيمبلي جي چونڊن کان پهريائين ون يونٽ ٽوڙڻ جو فيصلو ڪيو. ڇاڪاڻ ته جمهوريت ۽ ون يونٽ جي مسئلن تي گڏيل جدوجهد لاءِ بنگال، سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد هڪ ئي صف ۾ بيهڻ جو ارادو ظاهر ڪري ڇڏيو هيو. اها نئين صف بندي ملڪ جي حڪمران طبقي جنهن ۾ بالادست حيثيت پنجاب کي حاصل هئي، ان لاءِ خطري جي گهنٽي هئي، ان ڪري ون يونٽ ٽوڙڻ جو اعلان ڪري نئين صف بندي ۾ ڏار وجهڻ جي ڪوشش ڪئي. اهڙي طرح سنڌ جي ايرندڙ وچولي طبقي کي ڪردار ادا ڪرڻ کان روڪڻ لاءِ هيٺيون ترڪيبون ڪتب آنديون ويون:

(الف) ون يونٽ جو ظاهري طور خاتمو آڻي، وڌندڙ قومي شعور کي بند ڏيڻ.

(ب) قوم پرستي جي نقطہ نگاهہ کان طبقاتي شعور جي اوسر کي روڪڻ.

ان لاءِ ذوالفقار علي ڀٽي جي سربراهي ۾ پاڪستان پيپلزپارٽي جو بنياد وجهي، هڪ اهڙي سماج جي تعمير جي دعويٰ ڪئي وئي جيڪو مساوات جي پيروي جو طرفدار هيو. جنهن ۾ قومي شعور ۽ قوم پرستي جي نقطہ نگاهہ کان قومي سوال ۽ قومي سڃاڻپ کي ثانوي حيثيت به حاصل ڪانہ هئي. اها اصل ۾ حڪمران طبقي پاران بنگال ۾ وڌندڙ قومي شعور کي روڪڻ لاءِ هڪ نئين پيش بندي هئي. هوڏانهن ٻي پاسي جي ايم سيد صاحب، سنڌ جي سرواڻ طبقي جي سهڪار سان عام طور ابن الوقت ۽ مفاد پرست طبقي کي زيربار ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. پر جڏهن، انهي طبقي محسوس ڪيو ته ايرندڙ وچولو طبقو سيد جي سيني کي گڏ هلائڻ واري حڪمت عملي سان شديد اختلاف رکي ٿو ۽ سيد صاحب کي جديد سنڌ جي معمار طور پاڻ سان کڻي هلڻ ۽ مفاد پرستن جي لاءِ آخري سفر جو سامان تيار ڪري رهيو آهي ته هو سيد کي ڇڏي کسڪي ويا. ۽ سنڌ جي عوام مٿان پاڻ کي مسلط ڪرڻ ۽ اقتدار بچائڻ لاءِ پ- پ ۽ مسلم ليگ ۾ وڃي ڪنڌ جهڪايو.

اهڙي ريت 1970ع جي چونڊن ۾ قوم پرست سياست سنڌ ۾ بي ترتيبي ۽ ڇڙواڳي جي ڪري ڪوبہ ٻوٽو ٻاري نہ سگهي. پنجاب ۾ پ-

پ کي وڏي اڪثريت حاصل ٿي وئي ۽ سنڌ ۾ سادي اڪثريت ملي سگهي. ۽ بنگال کي مجموعي اڪثريت ملي وئي. جڏهن ته سرحد ۽ بلوچستان ۾ قوم پرست سياست کي سهڪار مليو. پر حڪمران طبقي بنگال کي اقتدار ۾ ڀاڱي ڀائيوار ڪرڻ کان نابري واربندي فوج ڪشي ڪئي. جنهن ۾ پ- پ حڪمرانن سان سات ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. آخرڪار بنگال رَتُ جو درياهه اُڪري ڌار ٿي ويو. ائين سنڌ جي نمائندگي وري به جاگيردار طبقي جي هٿن ۾ رَهي. سنڌ جو سرواڻ طبقو، جيڪو ورهاڱي کان پوءِ پنجويهن وَرهين جي مختصر عرصي ۾ سجاڳپ جي علامت ٿي اُڀريو هيو سو ٻن حصن ۾ وِرهائجي ويو.

هڪ حصو: جنهن مصلحت پسندي ۽ ذاتي مفادن جهڙوڪ: نوڪري، پرمٽ ۽ پلاٽ خاطر پ- پ جي جاگيردارانه سياست جي ڌارا ۾ پوئين صف ۾ ويهڻ قبول ڪيو.

ٻيو حصو: جنهن سياسي ميدان ۾ قوم پرست ۽ ترقي پسند ڌارا ۾ ويهڻ کي ترجيح ڏني. پر قوم پرست سياست جو سنَاءَ چڙ وچڙ ۽ جذباتي جدوجهد جو انگ هئي.

انهن ٻنهي ڌارائن جي وچ ۾ هڪ اهڙو گروهه به پڙهيل ڳڙهيل اُڀري آيو. جنهن سنڌ جي سرواڻ طبقي لاءِ سياسي ميدان ۾ چانيل ڪاروبار ۽ جاگيردارانه وايو منڊل پاڻ لاءِ سازگار نه سمجهندي غير سياسي جوڙجڪ ۽ سنَاءَ ڏانهن ڌيان ڏيڻ پنهنجي ايجنڊا جو مکيه اسم ڪري کنيو. انهي کنيل ايجنڊا لاءِ مکيه دليل هيو ته جيستائين سنڌ جي ماڻهن کي سجاڳ ڪري کين سندن مَان، مرتبي ۽ حقوقن کان آگاهي ۽ ذميواريءَ جو احساس نه ٿو ڏيارجي اوستائين سنڌي سماج ۾ ڪابه دائمي پيش رفت اچڻ محال آهي. ان لاءِ ملڪي ۽ قوم پرست سياست کي ناقابل عمل ۽ ذهني لست جو نالو ڏئي وقت جو زيان ليکيو ويو. انهي فڪر ۽ سوچ مان چوٿائي صدي اڳ سنڌ گريجوئيٽس ائسوسيشن پنهنجي سفر جو آغاز ڪيو هيو.

هتي پهچڻ کان پوءِ سگا جي ڪردار تي تيڪاتپٽي ڪرڻ لازمي سمجهان ٿو. ان لاءِ سگا جي سفر کي ٻن دورن ۾ ورهائي اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪندس.

1ـ ابتدائي دور: 70ع جي ڏهاڪي کان سرڪاري نظرداري تائين: سگا پنهنجي شروعاتي دور ۾ سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن ۽ مونجهارن کي ايجنڊا تي کنيو. سنڌ ۾ پڙهيل ڳڙهيل طبقي جي سرواڻيءَ ۾ سماجي تنظيم طور مثال قائم ڪري ڏيکاريو. جڏهن سياسي ڪارڪن قوم پرست ۽ وفاق پرست سياست ۾ ڏاڍ مڙسي، جبر ۽ ارھ زورواريءَ ۽ ڪلاشنڪوف ڪلچر کان تنگ ٿي آپگهات ۽ فرار جي راھ ڏانهن وڃي رهيو هيو تہ سگا ڪارڪنن کي ڌهڻ ۽ پرزا پرزا ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ، انهن کي سنڌ جي امانت ۽ ورثو سمجهندي پنهنجي ياڪر ۽ چانوري ۾ ورتو. جڏهن ايم آرڊي جي هلچل ۾ سنڌي ماڻهن، سڄي ملڪ ۽ دنيا کي ڏندين آڱريون ڏئي ڇڏيون تہ فوجي جنتا جي حملي جو نشانو سگا بہ ٿي ۽ اڻ سڌي طرح مٿين ادارن پاران نظرداري رکندي ڪنهن بہ سرڪاري ملازم لاءِ سگا جي ميمبر/ عهديدار ٿيڻ تي بندش لاڳو ڪئي وئي. اهو دور سگا جي هڏ ڏوکين لاءِ عذاب، پيڙا ۽ آزمائش جو عرصو هيو. پر ساڳي وقت سگا جي ڪجھ ساٿين ۽ دوستن ۾ هڪ خوف گهر ڪري ويو تہ سنڌ جي مسئلن ۽ مونجهارن تي سختي سان نشاندهي ڪرڻ هاڃيڪار ثابت ٿي سگهي ٿو.

ثانوي دور: 88ع کان هيل تائين: سگا جڏهن بندش ۽ جانچ جونچ جي گهوٽالي مان آزاد ٿي نڪتي تہ سندس ابتدائي اڳواڻ لڏي، ٻين دوستن ۽ ساٿين لاءِ جمهوري عمل جي پوئواري ڪندي جاءِ خالي ڪرڻ شروع ڪئي. اهڙي طرح سگا جي نئين حڪمت عملي ۾ ڏينهن رات جيترو فرق بہ اچي ويو. اهو هيئن تہ پنهنجي سوچ ۽ فڪر کي ماضيءَ ۾ سگا اڏوگابرو سياسي نقط نگاھ سان بہ پرکڻ جي ڪوشش ڪندي هئي. پر هن ثانوي دور ۾ اهڙي طور طريقي کي وقت جو زيان ۽ اجايو ليکيو ويو. ان ڪري نج سماجي طرز جو وهنوار جنهن ۾ شير شاھ سوري جا سڌارا ۽ سر سيد احمد خان جو غير سياسي، وقت پرست ۽ مخصوص طبقي جي بچاءَ جو فلسفو شامل ڪيو ويو. جنهن ڪري مان ائين چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءَ محسوس نہ ٿو ڪيان تہ سگا جي انهي ڪردار سبب طبقاتي ويڇي زور ونڻ شروع ڪيو آهي. اهو هيئن تہ جيڪي پڙهيل ڳڙهيل دوست ۽ ساٿي اڳواٽي ڪري رَهيا آهن سي تواريخ جي شعوري سلسلي

کان اڻ واقف آهن ۽ يا تہ اڳتي وڌڻ جي سگهہ کان ڇڇي ڏار ٿي رهيا آهن ۽ يا تہ طبقاتي مفادن جي ڪوڙڪين ۾ ڦاسي پيا آهن. جنهن ڪري سگا جي اندرون خانہ اها حالت بڻي آهي تہ ڪارڪن جيڪي ڪنهن بہ تنظيم جو روح ۽ جوهر هوندا آهن سي بت بڻيا رَهبرن جا پاسُڻ، حڪم ناما ۽ پوتا ميل بُڌي آرس پيجي رَهيا آهن.

اهڙي طرح سگا جي ثانوي دور ۽ ڪردار کي نظر ۾ رکندي اوهان ساڃاهہ وند دوستن آڏو پنهنجي راءِ رکندي گذارش ڪيان ٿو تہ دنيا جي تواريخ ۾ سياسي، سماجي ۽ مذهبي تحريڪن جي پيڙهہ پٿر رکڻ ۾ جوش، جذبي ۽ جولان سان گڏوگڏ هڪ نقطو مرڪزي حيثيت رکندو آهي جنهن کي ادارو ۽ آدرش چيو وڃي ٿو. پر ياد رکڻ گهرجي تہ ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي تہ ادارو موجود هوندو آهي پر آدرش الوپ ٿيڻ لڳندو آهي تہ سمورو وهنوار هڪ دائري ۾ هلڻ چلڻ لڳندو آهي ۽ ڦيرقار يا نواڻ کان پاسيرو ٿيندو ويندو آهي. جنهن ڪري ادارو پنڊ پاهڻ ٿيڻ جي رستي ڏانهن گامزن ٿيڻ لڳندو آهي. انهي آڌار تي، مان ائين چوڻ کي حق بجانب سمجهان ٿو تہ سگا موجوده حالتن ۾ ڪردار جي نقطہ نگاهہ کان جمود ڏانهن وڃي رَهي آهي ۽ پنهنجي بار ۾ ٻيٺي ٿي رَهي آهي.

پيائرو!

مان جڏهن سگا جي جمودي حيثيت جو ذڪر ڪري آيو آهيان تہ اوهان صاحبن جي ذهن ۾ ڪوڙ سارن سوالن سان گڏ هڪ اهم ۽ مٿانهون سوال اُڀري آيو هوندو تہ جڏهن سنڌي سماج، جاگيردارانہ گپ چڪ ۾ ڦاٿل آهي ۽ سگا سماج جي ردوبدل ۾ پنهنجي ذميواري ۽ ڪردار بہ نڀاهي رهي آهي تہ پوءِ جمود ڏانهن وڃڻ مان ڪهڙي معنيٰ ۽ مطلب آهي؟

ان سوال کي سولو ۽ آسان ڪري سمجهڻ لاءِ ڪجهہ وضاحت ڪرڻ لازمي سمجهان ٿو.

سماج يا سوسائٽي جو دارومدار ٻن اسمن تي هوندو آهي. هڪ سِولِ/ شهري (civil Society) ۽ ٻيو سياسي سوسائٽي (Political Society). سِول سوسائٽي هميشہ ارتقا جي عمل مان گذرندي، بنان ڪنهن زوربار جي رضاڪارانہ طور پنهنجي منزل مقصود ڏانهن وکون

ڪٿندي آهي. سول سوسائٽي جي دائري ۾ تعليم (شعور)، ڪتنب ۽ تنظيمون سندس سهڪاري ڏريون هونديون آهن. ان جي برعڪس سياسي سوسائٽي جو دارومدار رياستي ادارن جهڙوڪ: فوج، پوليس ۽ بيورو ڪريسي سان لاڳاپيل هوندو آهي. اهي ٻئي اسم سياسي تنظيم ڪاريءَ ڪي ۽ وهنوار کي زيربار رکڻ، تابع ڪرڻ ۽ يا وَري اجايو ۽ عبث ليکيندا آهن. پر انهن ٻنهي جداگانه اسمن کي سگهارو ۽ ڪارائتو بنائڻ لاءِ ڪڙيءَ جو ڪم "ڪلچرل" اوسر ڏيندي آهي. جنهن ڪري مڪمل سماج/ سوسائٽيءَ ۾ اصول ۽ آدرش جو اثر رسوخ زوربار جي ابتڙ رضامنديءَ سان هوندو آهي. ايئن ڪاب تنظيم جيڪڏهن سول ۽ سياسي سوسائٽي جي ڳنڍيل سهڪار سان اڳتي وڌڻ جي رٿابندي نه ٿي ڪري ته پوءِ اها تنظيم سياسي هجي يا غير سياسي، زوال پذير ٿيڻ لڳندي آهي. انهي حوالي سان سگا هڪ الميي سان سلهاڙجي ويل آهي ته هن تنظيم کي سول سوسائٽي جي ڪردار تائين محدود ڪري ڇڏيو ويو آهي. جڏهن ته سياسي سوسائٽي ڏانهن سگا جو رويو ۽ سوچ سرد مهري ۽ طنزيه آهي. هوڏانهن سياسي تنظيمون به عوام جي سرگرم سهڪار کان محروم ٿينديون وڃن پيون ڇو ته سياسي سوسائٽي وري سول سوسائٽي جي ڪردار کان پاڻ کي لاتعلق رکيو آهي. جنهنڪري سياسي سوسائٽي جي ڪرتائن ڏرتائن، عوام جي خدمت ۽ سياست کي عبادت جو درجو ڏيڻ جي ابتڙ حڪمراني جي تصور يعني آقا ۽ غلام جي وَهنوار کي اوليت ڏني آهي.

### 3- سگا ۽ سنڌ جو مستقبل:

هاڻي سگا بابت مجموعي صورتحال هيئن ليکي سگهجي ٿي ته سگا جو قافلو هڪ اهڙي پر واٽي تي بيٺل آهي- جنهن مان هڪ واٽ جي پڇاڙي وٽ جمودي پٽ بيٺل آهي ۽ ٻي واٽ وٺڻ سان سگا جو آئندو سو به چمڪندڙ آئندو لاڳاپيل آهي. ڇو ته هڙي اڻ هوند ۽ اونداهي ۾ وَري به سگا ۾ آسروند اڪيون ڪُتلَ آهن ته ردوبدل جي عمل سان ذميواري ۽ ڪردار نڀاهڻ گهرجي. انهي ردوبدل سان سنڌ جو مستقبل به ڳنڍيل آهي.

### 4- نيٺ ڇا ڪجي؟

مان سمجهان ٿو ته سگا کي پنهنجي ڪردار بابت نظرثاني ڪرڻ

جي ضرورت آهي. ان لاءِ سگا کي پنهنجي سماجي ڪردار سان گڏوگڏ سياسي وايومنڊل ۾ بنان ڪنهن رک رکاءَ جي رهنمائي ۽ رهبري ڪرڻ لاءِ شعوري ۽ فڪري ڪردار نڀاهڻ جي ذميواري کڻڻ گهرجي.جنهن ڪري عارضي ۽ دائمي رٿا بندي لاءِ تجويزون اوهان جي آڏو رکان ٿو.

1ـ عارضي رٿابندي: هن سال جي ايجنڊا ۾ سنڌي ٻولي کي آئيني ۽ قانوني حيثيت ڏيارڻ لاءِ سپريم ڪورٽ ۾ پٽيشن داخل ڪرڻ. ان سان گڏوگڏ سنڌ جي صنعتڪارن ۽ تنظيمن کي لکت وسيلي، سنڌي ٻوليءَ کي جائز حق ڏيارڻ لاءِ عرضداشتون موڪلڻ.

2ـ دائمي رٿابندي: سگاـ سنڌ ۾ ۽ سنڌ کان ٻاهر پڻ سيمينارن ۽ ڪچهرين وسيلي سياسي ۽ سماجي تنظيمن ۽ فردن کي نيند ڏئي، پنهنجي پليٽ فارم تي گهرائي بحث مباحثن جو آغاز ڪرائي ۽ شعوري انقلاب آڻڻ لاءِ راهه هموار ڪري. جو ته انقلابـ فرانس، ديجان اڪيڊمي ۽ ٻين ادارن ۾ علمي بحث مباحثي جي پيداوار هيو. تيئن سگا کي به هاڻي علمي ۽ فڪري اڪيڊمي ۾ تبديل ڪرڻ جي ضرورت آهي.

دوستو!

مان اوهان سيني آڏو نماڻائي سان عرض ڪيان ٿو ته سنڌ گريجوئيٽس جي ڊگهي ايجنڊا ۾ آهي ته سنڌ واسين کي شعور ۽ فڪر جي ذات سان مالامال ڪرڻ ته جيئن هُو سچ کي پرکي سگهن. اهو سچ اندر ۾ مچ مچائي سنڌ ۽ سموري انسان ذات لاءِ امن، احترام ۽ ڀائپي جو پيامبر بڻجي پوي.

مهرباني

(دادو، سنڌ 23ـ 03ـ 1998ع)
(سگاـ دادو جي اجلاس ۾ ڪيل تقرير)

# نئون جهان جوڙيون

عزت ۽ احترام لائق
سنڌي ادبي سنگت جا ساڃاهه وند ساٿيو ۽ ڀيا وينل ڀائرو!
السلام عليڪم

سنڌ جي هڪ قومي ڪارڪن کي سنڌي ادبي سنگت پاران نينڊ ڏئي گهرائڻ ۽ وري خيالن جي اظهار لاءِ ڪانڊ ڏيڻ، هڪ اعزاز ۽ مان بخشڻ برابر آهي. ڇو ته سنڌي ادبي سنگت کي، مان پنهنجي سياسي سوچ ۽ فڪر جي هيل تائين ڪيل سفر ۾ ڪنهن ٽڪريءَ تي بيٺل هڪ روشن مينار وانگر سمجهندو آهيان جيڪو سمنڊ ۾ سفر ڪندڙ جهازن ۽ غورابن کي سک ۽ سلامتيءَ سان بندرگاهه تي پهچڻ لاءِ رهنمائي ڪندو آهي، ان ڪري جڏهن به سنڌي ادبي سنگت جي ڪنهن ميڙاڪي لاءِ ڪوٺ ملندي آهي ته پرائڻ لاءِ ايندو آهيان ته جيئن ذهن جي مٿان پيل دز ۽ ڪَس کي سچيتوان هستين سان روح رهاڻ طفيلي اڇو ۽ اجرو ڪجي. پر هن ڀيري وڏيڪ ڀاڳوند آهيان اوهان صاحبن مون کي هِتي سڏائي هڪ اهم موضوع تي پنهنجن جو خيالن جي اظهار ڪرڻ جي اجازت ڏني آهي. اهم موضوع ان لحاظ کان آهي ته اهو سوال يعني سنڌي ادبي سنگت کي مستقبل ۾ ڪهڙو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي؟ سو نه رڳو سنڌ سنگت جي ڪردار ۽ مستقبل سان پر اسان سڀني جي مستقبل سان لاڳاپيل آهي.

دوستو!

سوال ۽ سوالي نشانيون جڏهن ڪنهن به سماج ۾ اُٿڻ لڳن ته سمجهڻ گهرجي ته ڪنهن خامي، وڏ، عيب ۽ اوگڻ جو سُرو سماج کي اندران ئي اندران ڪائي ڪوڪلو ڪري رهيو آهي. اهڙا سوال، انهي جهرندڙ سماج جي پولار ۾ تڏهن واڪا ڪرڻ لڳندا آهن جڏهن ساڃاهه وند ۽

ذات ڏٽي محسوس ڪرڻ لڳندا آهن ته موجوده سماجي بيهڪ عام ماڻهوءَ جي پلائي ۽ چوتڪاري لاءِ ڪوبہ خاطر خواه نتيجو ڏيڻ کان لاچار آهي. جنهن ڪري سماج جموديت جي اونداهي غفا ۾ هتوراڙيون هڻي رهيو آهي.

ان ڪري مجموعي طور صورتحال هيئن بيهي ٿي ته موجوده سماج عام ماڻهن جي ڪُلهن تي پير پاتسم بڻجي چنبڙي پيو آهي. انهيءَ جيئري لاش جهڙي سماج، سنڌي قوم جي چيلهه چبي ڪري وڌي آهي. جنهن ڪري هڪ اکر هيڏي ساري سوال مان چنبجي اڏو اچي بيٺو آهي سو "مستقبل" بڻجي ٿو. اهڙي ريت مستقبل لاءِ سوچ جو مفهوم ته اڄ ترڻ ۽ جدوجهد. سنڌ جي جدوجهد جو مکيہ مقصد ۽ مول آ قومي چوتڪاري ۽ آجپي جي جنگ ڪرڻ. هاڻي قومي آجپي جي جنگ لاءِ رهنمائي ۽ روشنائي ڪاٿئون آڻجي؟ ان لاءِ منهنجي نظر ۾ تواريخ ئي اهو اعليٰ ۽ اتم وکر آهي جنهن جي مدد سان جموديت ۾ قاتل سماج کي جياپي جي دڳ ڏانهن وٺي وڃڻ ۾ رهنمائي ملي سگهي ٿي. هاڻي سوال آهي ته تواريخ مان رهبري حاصل ڪيئن ڪجي؟ اهو هيئن ته ماضي جي سلسليً کي حال جي ڏاڍگي سان ڳنڍيندي مستقبل لاءِ سوچ ويچار ڪرڻ ۽ گڏيل حڪمت عملي لاءِ اتفاق راءِ تي سهمت ٿيڻ. انهي آڌار سان تواريخ رهنمائي لاءِ اشارو ڪري ٿي ته سنڌي سماج جي جموديت جو مکيہ ڪارڻ آهي ته مزاحمت ۽ مهاڏو اتڪائڻ جي قوت ۽ شڪتي مانيٽي پئجي وئي آهي. جنهن ڪري چوڏس چوڌاري نراسائي ۽ بيزاري جو غبار ڇانيل آهي.

اهڙي ريت مزاحمت يا مهاڏو اتڪائڻ بہ گهڻ پاسائون هوندو آهي. جهڙوڪ: سياسي مزاحمت، اقتصادي مزاحمت ۽ ثقافتي مزاحمت. پر انهن سيني مزاحمتن کي شعور ۽ فڪر جي ساڃاهه ڏيندڙ مزاحمت کي ادبي مزاحمت چيو ويندو آهي. ان لاءِ لازمي آهي ته سنڌي ادب جي ويجهڙائي واري مزاحمتي هلچل کي تواريخ جي جهروڪن ۾ ليئا پائي ڏسڻ جي ڪوشش ڪيون ته جيئن مستقبل لاءِ رٿا بندي ۽ پيش رفت ڪرڻ جي لائق ٿي سگهون.

مهربانو!

جديد سنڌي ادب جي ابتدائي مزاحمتي تحريڪ، جيڪا روشن خيالي

ڪان وٺي جديد علوم جي حاصلاتن، برطانوي سامراج خلاف جدوجهد جي شڪل ۾ يا وَري تصوف جنهن دائري ۾ انسان دوستي، سهپ ۽ رواداري سان لاڳاپيل آهي. انهي مزاحمتي تحريڪ جا پهرين ڪرتا، ميرن جي شڪست ڪان پوءِ، مرزا قليچ بيگ ۽ ڊاڪٽر گربخشاڻي چئي سگهجن ٿا. ڇو ته اها مزاحمتي تحريڪ نج سيڪيولر (غير فرقيوارانه) هئي. انهيءَ سنڌ سيڪيولر تحريڪ جو پايو سنڌي مسلمانن جي غلبي سان ڳنڍيل ڪونه هيو ۽ نه وَري اُها هندو تحريڪ هئي پر پنهنجي جوهر ۾ جديد سنڌي قوم جي جاڳرتا جي هلچل هئي. ان لاءِ هڪ مثال ڏيڻ ضروري سمجهان ٿو. جڏهن 1851ع ۾ سنڌي ٻوليءَ جي آئيوتا (رسم الخط) لاءِ بورڊ ٺاهيو ويو ته ان ۾ گهڻائي سنڌي هندو عالمن جي هئي. پر انهن سنڌ جي محسنن، هندو عينڪ پائي، ديوناگري لپيءَ جي طرفداري ڪرڻ جي برعڪس عربي رسم الخط لاءِ مستند سفارش ڪئي. مطلب ته جديد سنڌي ادب جو بنياد فرقيواريت خلاف مزاحمت تي رکيو ويو. جڏهن ته برصغير ۾ سر سيد احمد خان به قومي جاڳرتا کي نئين علوم سان آگاهي خاطر شعور ۽ فڪر جي جديد راهه ڏانهن وک وڌائڻ جي طرفداري ڪئي. پر سرسيد جي فڪري تحريڪ جو پايو، زوال پذير مغل سامراجيت جي ڊهندڙ عمارت مان اردو هندي فرقيوارانه ڇڪتاڻ جي نقطي سان مسلم قوم جي معتبري لاءِ رَاهه هموار ڪرڻ هئي. انهيءَ اردو هندي ڇڪتاڻ برصغير ۾ فرقيوارانه لاڙن کي سگهارو ڪيو. جنهن اڳتي هلي برصغير ۾ ڪهڙا هاڃا ڪيا سي ڪنهن کان به لڪل ڪونهن. انهن تباهين جو اثر سنڌ تي به پيو جنهن مان اڄا تائين سنڌ ڇوٽڪارو حاصل ڪري نه سگهي آهي.

بهرحال اچون ٿا سنڌي ادب جي مزاحمتي تحريڪ ڏانهن. انهي حوالي سان اوائلي دور ۾ پروفيسر گربخشاڻي جي سربراهيءَ ۾ هڪ "سنڌي ادبي سرڪل" ڊي جي ڪاليج ۾ ٺاهي وئي، جنهن 1945ع ۾ سنڌي ادبي سنگت جي صورت اختيار ڪئي. اهو سنگت جو ادب ۾ جديديت کي آڻڻ ۽ رجعت پرستي خلاف مزاحمت جو پهريون دور چئي سگهجي ٿو. انهي دور اسان کي گوبند مالهي، ڪيرت ٻاٻاڻي، سوڀو گيانچنداڻي، گوبند پنجابي، نارائڻ شيام، شيخ اياز ۽ شيخ عبدالرزاق راز ڏنا. پر سنڌي ادب جو شاندار ۽ جاندار مزاحمتي دور ورهاڱي کان پوءِ شروع ٿيو.اهو هيئن ته ورهاڱي ٿيڻ شرط سنڌي اديبن ۾ گهڻائي هندو

اديبن ۽ عالمن جي هئي، جيڪي لڏپلاڻ جي عمل ۾ سنڌ بدر ٿي ويئي. جنهن ڪري سنڌي ادب جي اوسر ۾ هڪ وڏو پولار پيدا ٿي پيو. ان سان گڏوگڏ ٻيو وڏو ٿيو ته اردو جيڪا سنڌ ۾ هڪ اوپري علائقي ڪان آيل ٻولي هئي، ان جي دعويٰ ڪندڙن اردو جي ناليءَ احساس برتري ۽ بالادستي جي ذهنيت جو مظاهرو ڪندي پنهنجو تسلط قائم ڪرڻ ڏانهن ڌيان ڏنو. ان حد تائين جو محمد علي جناح صاحب جي هٿان هڪ اعلان وسيلي اردو کي قومي زبان بنائڻ جو اعلان ڪرايو. انهي اعلان هتان جي ٻين ٻولين يعني بنگالي، پنجابي، سنڌي، پشتو ۽ بلوچي کي ٻئي درجي جون ٻوليون بڻائي ڇڏيو. بنگالين ته انهي حڪم ناهي خلاف احتجاج ڪيو جنهن ڪري اڳتي هلي بنگالي کي قومي زبان جو درجو ڏنو ويو.

نيٺ انهيءَ زماني ۾ اردو جي بالادستي خلاف ردعمل طور سنڌي ادبي سنگت ٻولي جي بچاءَ ۽ بقا لاءِ ادبي مزاحمت ڪئي جنهن ۾ محمد ابراهيم جويو، پير حسام الدين راشدي، سوڀو گيانچنداڻي، رشيد ڀٽي، نورالدين سرڪي، اياز قادري ۽ جمال ابڙو جا نالا نمايان نظر اچن ٿا. پر سنڌيءَ ٻوليءَ تي هاڃيڪار حملي خلاف سنڌ جا اديب ۽ دانشور پنهنجون صفون درست ڪرڻ ۾ پورا هئا ته هڪ ٻيو سنڌائتو حملو ٿيو يعني ون يونٽ جي نالي ۾ سنڌ جي سڃاڻپ جو خاتمو ڪري مغربي پاڪستان ۾ ضم ڪيو ويو. اهڙي دردناڪ دور ۾ اسان جي ساڃاهه وند طبقي همٿ نه هاري پر تواريخ جي انهيءَ للڪار کي قبول ڪندي، سنڌي ادبي سنگت جي پليٽ فارم تان وت ۽ وزن کان به وڌيڪ ذميواري نڀاهڻ جو پڪو پهه ڪيو. انهيءَ حوالي سان سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ ۽ بقا سان گڏوگڏ سنڌي قوم پرستي ۽ سنڌي معاشري ۾ به ردوبدل آڻڻ جو عملي مظاهرو ڪيو. جنهن ڪري ٿلهي ليکي سنڌي ادبي سنگت جي انهيءَ دور کي مزاحمت جو شاندار مثال چئي سگهجي ٿو. انهيءَ مزاحمتي دور شيخ اياز، تنوير، نياز، شمشير، سراج، رباني، رسول بخش پليجي، آغا سليم، امر جليل، غلام نبي مغل، حميد سنڌي، مولانا غلام محمد گرامي، محمد عثمان ڏيپلائي، عبدالڪريم گدائي، نسيم کرل، محمد خان مجيدي، خاڪي جويو، سرويچ سجاولي جهڙا لائق ڏاها ۽ دانشور ڏنا. پر انهيءَ مزاحمت لاءِ مهراڻ رسالي ۽ محمد ابراهيم جويي جي ذڪر کان سواءِ سموري جدوجهد اڌوري آهي جنهن ادب ۽ سياست کي هڪ ٻئي لاءِ لازم ملزوم قرار ڏنو.

حاصل مطلب ته جڏهن سنڌ جي سياست موقعي پرستي، محلاتي سازشن ۽ ضمير فروشيءَ جي بدبودار نالي جو گندو ڪينئون بڻجي چُڪي هئي ته لاشڪ سنڌي ادبي سنگت جي اديبن ۽ دانشورن جي مخلص جدوجهد جو اِهو ثمر هيو ته سنڌ جي سياستدان به ون يونٽ خلاف تحريڪ ۾ حصو ورتو. اچو ته انهيءَ دور جي مزاحمتي شاعريءَ کي ٿورو نظر مان ڪڍڻ جي ڪوشش ڪيون.

**بقول اياز:**

هيرا ته ڏسو ڪنڪر نه هئو، ايندو نه وري هي وڻجارو،
ڪجهه ڏات ڏسو پوءِ بات ڪيو، هي شور اجايو آ پيارا،
هي پنهنجي ڪرٽي پرٽي آ، پر سنڌ اياز نه مرٽي آ.

**تنوير چواڻي:**

ٻاهران گل گلاب، اندر تنين جو فولاد،
سنڌڙيءَ جو اولاد، پرکي ڏسو ڪانئرو.

**نياز چوي ٿو:**

سنڌڙي منهنجي ماءُ اوجيجل توتان شال قربان ٿيان،
شل نه سنڌءَ غدار ٿيان، ڀَل ڌاڙيل ٿيان يا چور ٿيان.

ائين اهو تابناڪ مزاحمتي دور جنهن جي سرواٽي سياسي طور جناب جي ايم سيد ڪري رهيو هو سو ون يونٽ جي خاتمي ۽ سنڌ جي سڃاڻپ بحال ٿيڻ جي ماڳ تائين پهتو.

انهيءَ کان پوءِ 1970ع جي پڇاڙيءَ سان گڏوگڏ اسان جي مزاحمتي جنگ جو ٽيون دؤر شروع ٿئي ٿو. جنهن جي لاءِ اياز اڳواٽ ئي اشارو ڏيندي چيو ته:

اڄ لال لهوُ جي سرگم تي ٿي ڌرتي منهنجي رقص ڪري،
منهن هيڊ ٿيا غدارن جا بي شرم وڏيرن پيرن جا.

يا

ڏسي ڏکيا ڏيل، ڳوڙها ڳل ڳڙي پيا،
ٻُڪن بيمارين ۾ آزاريل عليل،

زر ۽ زور ذليل، ماٺهوئڙا ڪيا ملڪ جا.

**بقول استاد بخاري:**

هڪڙا اونچا پيا نيچا، ڪي هيٺا ڪي زور،
عبرت آهي دنيا، تنهنجي تارازو ۽ تور.

يا ويجهڙائيءَ ۾ سرڪش چوي ٿو:

اجان پاڻ پورهيت ۽ هاري نه جاڳيا،
ته قسمت جي هٿ ۾ تئو ۽ تيل هوندو.

دوستو!

سنڌ جي غدارن ڪي ته ون يونٽ جي خاتمي زمين ۾ دفن ڪري ڇڏيو. پر مزاحمتي ادب جو ٽيون دور جنهن ڏانهن اياز ڪان وٺي سرڪش اتفاق راءِ سان اشارو ڪيو آهي ته سنڌ جي سماج تي پير، مير ۽ وڏيرو قابض آهي، جنهن ڪي جاگيردارانه سماج چيو وڃي ٿو. پر انهيءَ مزاحمت ۾ روح ڦوڪڻ لاءِ پيش رفت ڪانه ٿي سگهي. ڇو ته انهيءَ پيش رفت ۽ ايڪتا ڪي ٽوڙڻ جي ڏاهپ واري حڪمت عملي پهريائين ذوالفقار علي ڀٽي صاحب اختيار ڪئي، ان لاءِ خريد فروخت ڏيڻ دوس تائين سيئي حربا استعمال ڪيا ويا. پر انهيءَ آزمائش مان جيڪو بچي نڪتو ته ان لاءِ ابراهيم منشي ورڪا ڪندي چيو:

جهڙو ماڻهو تهڙو ناٺو، هرڪو پنهنجو آگهه اگهاٺو،
جيڪو ماڻهو ڪين وڪاٺو، سوئي ماڻهو موتي داڻو.

اهڙي طرح هاڻي صورتحال اسان جي اڄ هيئن بيهي ٿي ته سنڌ جي مزاحمت جو روشن تارو يعني اديب ۽ دانشور، جنهن ادبي جدوجهد جي حوالي سان ماضيءَ ۾ سياسي جموديت ڪي ڀڃ ٽوڙڻ ۾ ڪارائتو ڪردار ادا ڪيو سو قومي ذميواري جي قافلي ڪي اڳتي وٺي وڃڻ جي برعڪس لاتعلق ۽ لاپرواهه بڻجي ويو. جنهن جو نتيجو نڪتو ته ادب براءِ ادب جي موذي مرض اچي واسو ڪيو آهي ۽ جيڪو اديب ڪالهه، رياست جي جبر ۽ ڏاڍ جي اڏو سينو ساهي بيٺو هيو سو اڄ سرڪاري دعوتن جي لاءِ حيران ۽ پريشان آهي.

اڄ اسين جيڪي سوالن جا ڪشڪول کنيون پريشاني ۽ حيرانيءَ جي حالت ۾ گهمون پيا انهن جو جواب مختصر طور هيئن ئي ٿي سگهي ٿو ته سنڌي ادبي سنگت کان وٺي سڄو سنڌي سماج جموديت ۾ گهيريل آهي. انهيءَ جموديت جو ڪارڻ جاگيردارانه سماج آهي. بدقسمتيءَ سان انهيءَ سماج کي ٽوڙڻ جي برعڪس اسين سيئي روشن خيال ۽ پاڻ کي ترقي پسند سڏائيندڙ، انهيءَ سماج جو هڪ حصو بڻجڻ جي خفت ۾ مبتلا آهيون. اهڙي طرح تواريخ جي سونپيل ذميواري کان ڪن لاتار ڪندي سنڌي سماج کي جيئڻ جو ٿيئڻ رهڻ جي عمل سان وابسته ڪرڻ سنڌ جي ڇوٽڪاري ۾ وڏي رنڊڪ آهي پر ياد رکڻ گهرجي ته جموديت سدائين رهڻي ڪانهي. انهيءَ جموديت جي خاتمي لاءِ اوهانءَ ۽ اسان گڏجي وک نه وڌائي ته پوءِ تواريخ جو جابرانه فيصلو ڪنهن ٻي ڌر کي اها ذميواري سونپيندو ان لاءِ ابن حيات جون هي سِٽون وڏيڪ منهنجي خيال جي ترجماني ڪن ٿيون:

”اڳتي وڌ يا ٻئي کي رستو ڏئي، تو ڪڏهن سوچيو آهي ته هرڪا شيءِ ساڳئي حال ۾ رهڻي ناهي- چڱو هيئن ڪر! موٽي وڃ صفا پوئتي، پلي فاصلو سالن جو ڇو نه هجي.“

مان سمجهان ٿو ته اهوئي سنڌي ادبي سنگت جو مستقبل بابت ڪردار آهي. اهو نه رڳو سنڌي ادبي سنگت جو ڪردار آهي پر سنڌ جي آجپي ۽ ڇوٽڪاري جي گڏيل حڪمت عملي ۽ للڪار به انهيءَ سان واڳيل آهي: لاشڪ ته اهو ڏينهن هاڻي پرانهون ڪونهي ڇو ته سٽل سنڌ پاسا ورائي رهي آهي ۽ لطيف سائين جي هينين سٽن جي هوبهو للڪار ٿي اُڀرندي:

آڏو ٽڪر ٽر متان روهه رتيون ٿئين.

اچو ته گڏجي سنڌ جي لاءِ ڪنهن نئين جهان جوڙڻ جي لاءِ هَٿُ هَٿَ ۾ ڏئي هلڻ جو وچن ڪيون.

(سنڌي ادبي سنگت نئون ديرو پاران 6 ڊسمبر 1998ع تي ”سنڌي ادبي سنگت کي مستقبل ۾ ڪهڙو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي؟“ جي عنوان هيٺ ڪيل صدارتي تقرير)

# سَنُ- سنڌ جي فڪري سڪيا جو مرڪز

صدر محترم
مَان وارا ڀائرو ۽ ڀينرو!
اسلام عليڪم

اسان سنڌ واسي گهڻو ٽٽو ننڍڙن گروهن ۽ ٽڪڙين ڏرين ۾ ورهايل آهيون. اهو به مڃڻ گهرجي ته موجوده سياسي ۽ سماجي بيهڪ ۾ اسين سُڪاري سنڌ جا غلام رَهواسي آهيون. غلاميءَ بابت سمجهڻ گهرجي ته دنيا ۽ هِن وسيع ڪائنات ۾ بدترين لعنت آهي. غلاميءَ جي طوق جو مکيه ڪارڻ هوندو آهي ته غلامن ۾ ڪابه ٻَڌي ۽ ايڪتا ڪانه هوندي آهي. ها- جڏهن غلام اُتي پوندا آهن ته رومي شهنشاهيتَ جهڙي مضبوط طاقت يا ويجهڙائيءَ ۾ مثال برطانوي شهنشاهيت آهي، جُن جي جهنڊن تان سج ئي ڪونه لهندو هيو، اُهي صفحه هستيءَ تان ذري گهٽ ميسارجي ويون. ۽ تواريخ جي دفتر ۾ سندن نالو نشان وڃي بچيو آهي.

مهربانو!

غلاميءَ منجهان ڇوٽڪاري لاءِ به پهريائين هڪ احساس ۽ شعور جنم وٺندو آهي. اهو شعور منهنجي خيال ۾ ته اڃان پنهنجي ابتدائي اوسر ۾ آهي. ڇو ته اسين گروهه بندي، هڪ ٻئي کان نفرت ڪرڻ، وهم، وسوسي ۽ ڇڙواڳيءَ جي اونداهي دور مان لانگهائو آهيون. اسان کي سمجهڻ گهرجي ته سنڌ غلاميءَ جي ٻه مُنهين بلا جي گهيري ۾ آهي: هڪ سياسي غلامي ۽ ٻي معاشي غلامي. سياسي غلاميءَ مان منهنجو مقصد ۽ مُراد آهي ته سنڌ پاڪستان ۾ پنهنجي رضا ۽ خوشيءَ سان هڪ ڀائپيءَ جي معاهدي هيٺ شامل ٿي پر انهيءَ ڀائپيءَ جي معاهدي ۾ اهڙو ته ڦاسي پئي جو غلاميءَ کان به بدتر غلاميءَ ۾ ڇوڪنيو قابو ٿي وئي. انهيءَ سياسي غلامي جو مکيه ڪارڻ سنڌ جو بدبودار ۽ مُڏي خارج جاگيردارانه

سماج آهي. جو ته سنڌي سماج جا ان داتا ۽ ڪرتا ڌرتا يعني پير، مير ۽ وڏيرا آهن. انهن سدائين پنهنجن طبقاتي مفادن خاطر سنڌ ۽ سنڌي عوام کي ڏاڍي تي چاڙهڻ ۾ ڪوبه حجاب ۽ حياءَ محسوس ڪونه ڪيو. انهيءَ نموني سنڌ هڪ ٻٽي غلاميءَ جي گهيري ۾ آهي، معنيٰ ڌارين جي غلاميءَ سان گڏوگڏ پنهنجن جي غلامي. پنهنجا ڪهڙا؟ جيڪي ڌارين جا دلال، خابرو ۽ وطن فروش آهن.

اها آهي مجموعي سنڌ جي صورتحال جيڪا سخت ٻي وسيءَ ۽ ٻي ڪسي جو هڪ ڏکو داستان ۽ الميو آهي.

پر پوءِ به اهڙي اونداهيءَ واري صورتحال ۾ سنڌ جي هڪ ننڍڙي وسنديءَ پر عالمي شهرت رکندڙ ڳوٺ يعني سَن ۾ گڏ ٿيون ٿا ته هڪ راءِ تي متفق آهيون ته اسين غلام آهيون. غلام کي آزاديءَ جي لاءِ جدوجهد ڪرڻ گهرجي. ان لاءِ سنڌ جي محبت ۽ انسانيت جي محبت جي پرچارڪ جناب جي ايم سيد جو فڪر ۽ فهم هڪ ٻئي سان لاڳاپيل اسم آهن.

اڄ سيد جي وڇوڙي کي پورا ڇار ورهيه ٿي ويا آهن ته اسان سڀني کي به پنهنجي جهوليءَ ۽ جُهد ۾ نظر وجهڻ کپي ته اسان ڇا حاصل ڪيو آهي ۽ ڇا وڃايو آهي. ان لاءِ مان ڪجھ سوال ڪٺي اوهان صاحبن جي آڏو حاضر ٿيو آهيان، جن کي وري سمجھ مطابق حَل ڪرڻ جي به ڪوشش ڪئي اٿم.

ان کان اڳ جو انهن سوالن کي پيش ڪرڻ جي همت ڪيان- هڪ گذارش ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو ته سَن جي وَسندي ۽ هيءُ ميڙاڪو ڪنهن هڪ ڌر ۽ جماعت جي ميراث سمجهڻ کان پاسو ڪيو وڃي. جو ته سيد جي اولاد جيڪا هِن ميڙاڪي جي هڪ اهم ميزبان ڌر آهي سي سڀئي سنڌواسين جي آجيان ڪندڙن ۾ شامل آهن. ان ڪري جڏهن ڪجھ دوست هن ميدان ۾ هوش کان وڌيڪ جوش جي گهوڙي تي سوار ٿي للڪاريندا آهن ته جيئي سنڌ تحريڪ لاءِ ڪنهن به فرد کي صلاح ۽ مشوري ڏيڻ يا هِن اسٽيج کي استعمال ڪرڻ نه ڏينداسون ته سچ پچ ته ڪلڻ ۽ افسوس ڪرڻ کان سواءِ ڇاتو ڪري سگهجي. اهڙي روش مان هينئيون مطلب ڪيئي سگهجي ٿو:

(i) اسان کي پنهنجن آدرشن ۽ اصولن تي شايد ويساھ ڪونهي.
(ii) آدرشن جي آڙ ۾ هڪ هٺي ۽ بالادستي رکڻ جي خفت ۾ مبتلا آهيون.
(iii) سيد جي فڪر ۽ فهم کي ڪو ديني الهام سمجهون ٿا، جنهن کي پنهنجي تنگ دلي ۽ ابهرائيءَ جي ڪري، ٻاهر پرٽ ۽ پالوٽ کان روڪڻ لاءِ بند ٻَڌڻ جي ڪوشش ڪيون پيا. ان ڪري اسان کي اهڙين بدعتن کان پاسو ڪرڻ ۽ سهپ شڪتي ڌارڻ گهرجي هاڻي مان اڃان تو انهن سوالن ڏي جيڪي اڄ ڪٺي حاضر ٿيو آهيان. اهي آهن:

1ـ هُو ڪير هيو؟ (جناب جي- ايم- سيد)
2ـ اسان ڪير آهيون؟
3ـ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

پهرين سوال ڪڻڻ کان اڳ ۾ لازمي آهي ته سمجهڻ جي ڪوشش ڪيون ته سنڌ جي نالي سان وطن جو فلسفو ۽ فڪر ڪهڙو آهي؟ ان لاءِ سولو جواب آهي ته سنڌي سماج جو پيڙھ پٿر تصوف جي ملامتي فڪر ۽ ڏاهپ جي اصولن تي رکيل آهي. جنهن جا مکيه پيل پاوا سهپ، رواداري، اهنسا ۽ انسان دوستي آهن. سنڌ ۾ تصوف دين ڌرم نه پر فڪر آهي. اهو فڪر ۽ فلسفو سڄي انسان ذات جي گڏيل ميراث آهي.

دوستو!

مان پهرين سوال کي ڪٺندي گذارش ڪيان ٿو ته تواريخ اسان جي رَهنمائي ڪندي ٻڌائي ٿي ته ڏاها، مفڪر ۽ دانشور جڏهن ڌرتيءَ جي دانهن ٻڌجي ديس واسين کي جاڳائڻ جي ڪوشش ڪندا آهي ته اها دانهن يا ڪُوڪ سڄي ڪائنات جي پچار ۽ پُڪار ٻڌجي پوندي آهن. ان ڪري ڏاهي سقراط کان ٿيندا، مهاتما ٻڌ، حضرت زرتشت، حضرت مسيح، حضرت محمد، شاھ لطيف، مارڪس، مهاتما گانڌي ۽ مارٽن لوٿر تائين پهچنداسين ته ڏسڻ ۾ اچي پيو ته اهي پنهنجي فڪر ۽ محنت جي ڪري ملڪي حد بنديون لتاڙي سڄي انسان ذات لاءِ ڇوٽڪاري ۽ آجپي جون پيامبر هستيون ٻڌجي ويون. ڇا اسين سقراط جي ڏاهپ گيان، ازويستا، انجيل، گيتا، قرآن، پيغام لطيف ۽ ڪميونسٽ پڌرنامي کي ڪنهن هڪ علائقي تائين محدود ڪري سگهون ٿا. جواب آهي نه! انهيءَ حوالي سان

سمجهڻ گهرجي ته انهيءَ فڪر جي علمبردارن مان ويجهڙائيءَ جي هستي جناب جي ايم سيد جي ذات آهي ۽ سن انهيءَ فڪر جو مکيه مرڪز آهي. اهڙي طرح سيد جيڪو سنڌ جي فڪر ۽ فلسفي جو روشن خيال شارح هيو، ان کي به سنڌ تائين محدود ڪرڻ هڪ زيادتي ۽ اڻ ڄاڻائي چئجي ته وڌاءُ نه ٿيندو. ڇو ته سيد پنهنجي قول ۽ فعل وسيلي دنيا جي پيامبرن جي صف ۾ بيٺل هڪ قدآور شخصيت آهي. سيد جو پيغام آهي خود مختيار سنڌ ۽ سنڌ جو انسان ذات لاءِ ڪردار. اهو منهنجي نظر ۾ "جي ايم سيد ڪير هيو؟" جو مختصر جواب آهي.

هاڻي اسين پنهنجي مَن ۾ ليئو پائي ڏِسون ته پاڻ ڪير آهيون؟ جيئن سقراط جو وِهه وٺي پيئڻ کان اڳ پنهنجي ساٿين سان روح رهاڻ ڪرڻ ۽ حضرت محمد جو جبل عرفات تي آخري خطبو هڪ لازوال حقيقت ۽ سچائيءَ جو روشن مينار آهن، تيئن سيد جون لکڻيون به سنڌ ۽ سڄي انسان ذات لاءِ دَرس ۽ رهنمائيءَ جو درجو رکن ٿيون. ان ڪري سن جنهن جو مَان ۽ مرتبو منهنجي نظر ۾ جبل عرفات جهڙو آهي، انهيءَ سن ۾ ڪو ازل کان ويڙهيچن سان وَچن پاڙڻ لاءِ گڏ ٿيون ٿا. اهو وچن آهي سنڌ جي فڪر ۽ فلسفي کي هِن ديس ۽ سموري عالم تائين پهچائڻ جي ذميواري.

انهيءَ صورتحال ۾ اوهان مون سان سهمت ٿيندؤ ته سنڌ جو فڪر، جنهن جو سيد داعي هيو ۽ اسين سڀئي انهيءَ فڪر جو هڪ سلسلو آهيون، پنهنجن ذميوارين نڀاهڻ سان انصاف ڪري نه سگهيا آهيون. ڇو ته ڪنهن به فڪر ۽ سوچ کي انساني مَنَ ۾ وسرام ڪرڻ يا پيهي وڃڻ لاءِ سهپ ۽ رواداريءَ جو هئڻ ضروري آهي. بدقسمتيءَ سان انهن ٻنهي عنصرن جي اسان وٽ ڏينهون ڏينهن پيئنگ ۽ سڄ ٿيندي وڃي پئي. انهيءَ جو مکيه ڪارڻ آهي ته سنڌي سماج جاگيردارانه، آمرانه ۽ فرقيوارانه شدت پرستيءَ جي ڄار ۾ ڦاٿل آهي. اسين سڀئي ذهني خوش فهمي، لاپرواهيءَ ۽ اِپاٽڪائيءَ جي ڏٻڻ ۾ ڦاٿل آهيون. انهي ڏٻڻ مان سنڌي سماج کي اَجهي جي عمل ڏانهن وٺي وڃڻ جو سوال اسان جي آڏو موجود آهي. ان لاءِ جمهوريت ۽ جمهوري عمل کان پاسيرو نه ٿيون. ڇو ته جمهوريت سامراجي ذهن رکندڙ حڪمرانن جي ضرورت ناهي. پر جمهوريت اسان جي فلسفي ۽ فڪر جي جوهر جو لازمي جُز آهي.

سنڌواسيو!

منهنجي آخري سوال جو جواب آهي ته اسان سيني جي مٿان تواريخ جي طبقاتي ذميواري آهي. سنڌ جي قومي خود مختياري ۽ آزاديءَ جي لاءِ سنگھرش ڪرڻ. ان لاءِ چومکي ويڙهاند ڪرڻي آهي. جنهن ڪري جمهوري، آئيني ۽ سرفروش تنظيمن سان گڏوگڏ ذهني سڪيا لاءِ به ادارن جو هئڻ ضروري آهي. انهي ادارا سازي جي هئڻ ڪري اسان کي فيصلو ڪرڻ ۾ سولائي ٿيندي ته ڪهڙي محاذ کان مڪمل وابستگيءَ، وفاداريءَ ۽ سچائي سان ويريءَ جي وجود سان ويڙهاند ڪرڻ گھرجي. ڇو ته آزاد سنڌ ۾ حڪمران وري به سامراجين جا دلال ۽ ياڙيتو هوندا ته اها آزادي سنڌ جي عوام لاءِ ڪيئن لاڀائتي ٿيندي.

ان لاءِ عرض ڪيان ٿو ته سيد سن جهڙو عظيم مرڪز اسان سيني جي ورثي ۾ ڇڏي ويو آهي. سن جنهن جي حيثيت ۽ ڪردار جا سپنا دادا ڄيٺ مل پر سرام، جمشيد مهتا، حشو ڪيول راماڻي، علامہ آءِ- آءِ قاضي، پير حسام الدين راشدي ۽ سوڀي گيانچنداڻي ڏٺا آهن. اڃو ته انهيءَ سپني کي سايبان بڻايون. اهو سپنو آهي ته باڪردار ۽ باعمل ڪارڪنن جي لاءِ ذهني سڪيا جو مرڪز سن کي بڻايون. سن کي سنڌ، هن پوري ملڪ، ڏکڻ ايشيا ۽ عالم لاءِ امن ۽ آشتيءَ جي فڪر جو مرڪز ۽ هندورو بڻايون.

مان انهيءَ ڪارج ۾ پنهنجي خدمت ۽ محبت جي آڇ ڪيان ٿو. مان امير حيدر شاھ ، امداد شاھ ۽ سندس لائق اولاد کي سهڪار لاءِ وينتي ڪيان ٿو.اڃو ته گڏجي سنڌ جو قرض لاهيون. مان موڪلائڻ کان اڳ زخمي چانڊئي جي وائيءَ جون هينيون سٽون اوهان سيني لاءِ ڀيٽا طور رکان ٿو.

منهنجي وڏڙن جي ڪيون غلطيون،
غلطيءَ، غلطيءَ جو، قرض آمون کي لاهڻو،
پوتر ڌرتيءَ جو قرض آ مون ني لاهڻو.

سنڌ سلامت، سات سلامت- مهرباني!

سن 2- 5- 1999ع
(سن ۾ جناب جي ايم سيد جي چوٿين ورسيءَ لاءِ لکيل)

# آمرانه سوچ ۽ فڪر کان پاسو ڪرڻ گهرجي

محترم چيئرمين سنڌ ڊيموڪريٽڪ پارٽي
۽ اراڪين سينٽرل ڪاميٽي
السلام عليڪم

هن هنگامي گڏجاڻي سڏائڻ ۽ مون کي صفائيءَ جو موقعو ڏيڻ لاءِ ڪجھ ذهني مونجهارو ۽ پيڙا محسوس ڪندي به اوهان سيني جو ٿورائتو آهيان. چو ته اها جمهوري روايتن جي سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. ان کان سواءِ پاڻ سيئي بنيادي طور، انهي طبقي جا نمائندا آهيون جنهن جي لاءِ جمهوريت، سهپ، رواداري ۽ روشن خياليءَ جي پيروي ۽ پنيرائي ڪرڻ؛ سياسي ۽ سماجي جياپي جو اهم اسم آهي.

منهنجي مٿان اخباري اطلاع مطابق جيڪا تهمت مڙهي وئي آهي ته مان مرڪز جي ڪنهن به عهديدار ۽ خاص ڪري چيئرمين صاحب کي اطلاع ڏيڻ کان سواءِ مرڪزي وزير سڌ سماء مشاهد حسين سيد سان ملاقات ڪئي آهي.

مان، ان کان اڳ جو مشاهد حسين سان ملاقات ۽ ڳالھ ٻولھ جو مختصر حال احوال پيش ڪيان. پهريائين سنڌ ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ بابت ڳالهائڻ جي اجازت گهران ٿو.

ان جي شروعات، سنڌ ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي ٺهڻ سان ڪيان ٿو. جڏهن اوهان سيني منهنجي راءِ کي مان ڏيندي ته سنڌ ڊيموڪريٽڪ گروپ کي هڪ اهڙي سياسي پارٽيءَ جي صورت ۾ آڻجي جيڪا سنڌ جي حقن جي جنگ جمهوري ۽ آئيني نموني ڪري سگهي. انهيءَ ريت 4 مارچ 1998ع تي سنڌ ڊيموڪريٽڪ پارٽي ٺاهڻ جو اعلان هِن ئي شهر حيدرآباد ۾ ڪيو ويو. جڏهن ته مان ان تڪڙ ۾ پارٽي جي رڳو اعلان ڪرڻ کي ناڪافي سمجهي رهيو هيس. پوءِ به مان اوهان جي يادگيريءَ

کي تازو ڪرڻ لاءِ انهيءَ تقرير جو هڪ ٽڪرو ڏيڻ مناسب سمجهان ٿو، جيڪا تقرير مان ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي افتتاحي اجلاس ۾ ڪئي هئي.

"اسان جو ويساهه آهي ته سنڌ جي پڙهيل ڳڙهيل ۽ باشعور طبقي کي نه رڳو سنڌ ۾ پر هِن ملڪ ۾ سرواڻ جو ڪردار ادا ڪرڻو آهي. ڇو ته اسان جنهن حقن جي جنگ ۾ مصروف آهيون سا نه رڳو سنڌ جي رهواسين جي خوشحالي ۽ نجات جي جنگ آهي. پر سموري ملڪ، ڏکڻ ايشيا ۽ انسانيت جي ڇوٽڪاري جي جنگ آهي. ائين سمجهڻ گهرجي ته سنڌ کي ڇوٽڪارو ملندو ته انسانيت جي ڳچيءَ ۾ پيل غلاميءَ جي طوق ۾ به خلاصي اچي ويندي. انهيءَ عزم ۽ ارادي تي مستحڪم بڻجي جدوجهد ڪرڻ جو سنڌ ڊيموڪريٽڪ پارٽي اوهان سان وچن ۽ وعدو ڪري ٿي."

(نوٽ: انهي منهنجي تقرير کي پارٽيءَ پاليسيءَ جو دستاويز ڄاڻايو ويو هيو.)

بهرحال ڊيموڪريٽڪ پارٽي جُڙي راس ٿي، ڏُکيا حال احوال ۽ ٺهراءَ پاس ٿيا. پر جنهن نموني ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ کي سنڌ جي آئيني ۽ جمهوري محاذ تي انتها پسند.قوم پرستي، شدت پسندي، دهشت گردي ۽ مضبوط مرڪز پرستيءَ خلاف رٿابنديءَ ۽ منظم نموني پيش رفت ڪرڻ گهربي هئي اوڏانهن ڌيان نه ڏنو ويو. مان هتي ياد ڏيارڻ گهران ٿو ته پارٽي ٺهڻ مهل طئہ ڪيو ويو هيو ته جيڪي صاحب سرواڻ بڻجن ٿا: خاص ڪري چيئرمين، اهي پنهنجو وقت ۽ قوت مڪمل طور پارٽيءَ لاءِ وقف ڪندا. ان لاءِ سنڌ ۾ پارٽيءَ کي هيٺين سطح تائين منظم ڪيو ويندو. پر مرڪزي اڳواڻن هن مهل تائين لاڙڪاڻي کان سواءِ ڪنهن ايڪڙ ٻيڪڙ هنڌ وڃڻ کان وڌيڪ تڪليف گوارہ نہ ڪئي. جنهن ڪري پارٽي جڻ ته حيدرآباد تائين محدود ٿي وئي آهي. اڄان به ڄڻجي ته ڊيموڪريٽڪ پارٽي آچر رات يا موڪل ڏهاڙي واري پارٽي (Sunday Night Politics or Holiday Politics) بڻجي وئي. مجموعي طور سنڌ ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جڻ ته پڙهيل ڳڙهيل طبقي وارن صاحبن لاءِ هڪ تفريحي ڪلب جي شڪل اختيار ڪندي وڃي پئي. جنهن ۾ سنڌ جا سُور ۽ حال احوال ڪبا ۽ باقي ٿيو خيرا.

انهيءَ صورتحال ڏانهن واضح اشارو ڪندي مون هڪ دوست ۽

ساٿي محترم اعجاز قريشيءَ ڏانهن 4- 12- 1998ع تي هڪ تفصيلي خط لکيو هيو. جنهن جي صفحي 4 جي آخر ۾ لکيو هيم ته "15 فيبروري 1998ع تي ڊيموڪريٽڪ پارٽي ٺهڻ کان اڳ ۾ ڊيموڪريٽس گروپ جي گڏجاڻي ٿي هئي. جنهن ۾ ڊيموڪريٽڪ پارٽي ٺاهڻ لاءِ ڪنونشن سڏائڻ ۽ تاريخ جو فيصلو ڪيو پئي ويو. پر مان پارٽيءَ جي تڪڙي ڪنونشن سڏائڻ جي مخالفت ڪندي چيو هيو ته اڳواٽ رٿا بندي ڪرڻ لازمي آهي. جهڙوڪ پارٽيءَ جي هلائڻ چلائڻ لاءِ وسيلا ۽ پيو ته فل ٽائيم ورڪ لاءِ هڪ ٽيم جو هئڻ ضروري آهي. پر منهنجي راءِ کي سينٽرل ڪاميٽي رد ڪندي فيصلو ڏنو ته پهريائين پارٽي ٺاهجي ۽ پوءِ وڌيڪ رٿابندي ڪئي ويندي."

انهي ساڳئي خط ۾ هڪ خدشي ۽ ڳڻتيءَ جو اظهار ڪندي لکيو اٿم ته:

"اڄ منهنجي اڳڪٿي ڪنهن حد تائين سچ ثابت ٿي رهي آهي ته پارٽي پڙهيل ڳڙهيل ۽ ساڃاهه وند صاحبن جي هڪ ڪلب بڻجي وئي آهي. جو ته جنهن آب تاب سان سنڌ جي عام ماڻهن تائين پهچ ۽ رسائي حاصل ڪرڻ لاءِ حرڪت ۾ اچڻو آهي ته اوڏانهن ڪجهه وکون کنيون آهن نه ته پيو مڙئي خير!"

اها آهي سنڌ ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي بيهڪ ۽ جوڙجڪ سنڌي سماج ۾- ۽ اسان سڀني جي محنتن جو ثمر. ايئن مجموعي طور پارٽي رڳو مختلف پارٽين جي گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿيڻ ۽ نمائندگي جي خفت ۾ آهي. باقي بنيادي ڪارج ۽ ذميواري سو هڪ سواليه نشان آهي.

محترم ساٿيو!

هاڻي مان اچان ٿو مشاهد حسين سان ملاقات ڏانهن، جنهن ڪارڻ هڪ ممڻ متو آهي. ائين پيو محسوس ٿئي ته انهيءَ ملاقات جي ڪارڻ ڪو وڏو طوفان نوح اچي ويو آهي. قصو هيئن آهي ته منهنجي ۽ مشاهد حسين جي ڏيٺ ويٺ 1984ع کان آهي جڏهن هُو همراهه هڪ صحافي طور ايم- آر- ڊي جي هلچل دوران سنڌ ۾ آيو هيو. ڪجهه ڏهاڙا اڳ سنڌ جي اديبن ۽ دانشورن مشاهد حسين کي هڪ اپيل ڪئي هئي ته ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻيءَ جي پُٽ ڪنيي کي ڪاري سائي

(Hapititis "C") تي پئي آهي. ان لاءِ اوهان کي التجا ڪجي ٿي ته سندس علاج ڪرايو وڃي. انهي اپيل ڪندڙن ۾ واجب الاحترام هستي سنڌ ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جو سينئر وائيس چيئرمين سائين محمد ابراهيم جويو صاحب به شامل آهي. جيئن ته ڪامريڊ سوڀي کي سُڌ هئي ته مشاهد حسين ۽ منهنجي وچ ۾ عليڪ سليڪ آهي سو اها اپيل منهنجي معرفت اسلام آباد اماڻي وئي.

انهيءَ اپيل جي موٽ ۾ 16- 4- 99ع تي مشاهد حسين فون ڪئي ته سنڌ جي اديبن جي اپيل پهتي آهي. پر مان توکي هڪ ڏوراپو ڏيان ٿو ته توسان هڪ صحافيءَ جي حيثيت ۾ منهنجي واقفيت ۽ سڃاڻپ آهي جڏهن سنڌ آيو هيس. مون کي تعجب آهي ته تون اسلام آباد اچين ٿو پر ڪڏهن فون ڪرڻ جي تڪليف ڪانه ڪئي آهي. مون اُن تي وراڻيو مانس ته هڪ قومي ڪارڪن جي حيثيت ۾ منهنجو اصول رهيو آهي ته جن به سياسي ۽ غير سياسي شخصيتن سان سڃاڻپ آهي، اهي جڏهن به اقتدار جي ايوان ۾ داخل ٿيندا آهن ته حاضري ڀرائڻ کان پاسو ڪندو آهيان ڇو ته متان ائين سمجهيو وڃي ته هڪ قومي ڪارڪن سندن دروازي تي ڪنهن مقصد ۽ مطلب لاءِ آيل آهي. ها- باقي پاڻ جڏهن ياد ڪندا آهن ته پوءِ ملڻ لاءِ سوچ ويچار ڪندو آهيان. انت ته طئه ٿيو ته 22 اپريل 1999ع تي اسلام آباد پهچندس جتي ڊاڪٽر ڪنيي گيانچنداڻيءَ جي علاج لاءِ ڳالهائبو ۽ ڪچهري ڪبي.

منهنجي مشاهد حسين سان 24 اپريل تي شام جو پنجين وڳي ملاقات ٿي. جنهن ۾ سڀ کان اڳ ۾ ڊاڪٽر ڪنييْ جي علاج بابت ڳالهه ٻولهه ٿي. ان کان پوءِ سنڌ جي صورتحال بابت ٿي ڪلاڪ ڏگهي ۽ تفصيلي ڳالهه ٻولهه ٿي. ان ڪچهريءَ ۾ سنڌ ۾ گورنر راج جو قيام، ايم ڪيو- ايم جو سياسي رويو، سنڌ ۾ وڌندڙ احساس محرومي، بي روزگاري، سياسي ۽ معاشي افراتفري ۽ سنڌ ۽ پنجاب جي وچ ۾ وڌندڙ وٿي ۽ محاذ آرائيءَ جو ذڪر ٿيو. مون کيس ٻڌايو ته سنڌ وارن وٽ وڃائڻ لاءِ هاڻي ڇا رهيو آهي. پر مرڪزي سرڪار وٽ سڀ ڪجهه آهي. ائين نه ٿئي جو پت تي لڳي بيهون ۽ ڪا به صلح ۽ سانت جي واٽ بند ٿي وڃي. اسين سيئي سنڌو ماتريءَ جا رهواسي آهيون ۽ صدين کان رهندا

اچون پيا، ۽ مهم جوئي ۽ لتاڙ جو عمل ختم ٿيڻ گهرجي. انت ته انهيءَ ملاقات ۾ مون ڪان مشاهد حسين تجويزون ۽ رايا گهريا ته سنڌ ۾ ڇا ڪجي. مان، ڪيس هيٺيون تجويزون ڏنيون.

1ـ سنڌ ۾ هڪدم لوڪل باڊيز جون چونڊون ڪرايون وڃن ته جيئن عام ماڻهوءَ کي سياسي عمل ۾ پاڳي پائيوار بڻائي سگهجي.

2ـ سنڌ مان جن ٻه نوجوانن کي بيروزگار ڪيو ويو آهي، انهن کي نئين سر روزگار سان لڳايو وڃي. ڇو ته ڪنهن ٻه چونڊيل سرڪار جي ذميواري آهي ته ماڻهن کي روزگار ڏنو وڃي. پر روزگار ڪان محروم نه ڪري. انهي بي روزگاريءَ جي ڪري سنڌ ۾ خودڪشين ۾ واڌارو ٿي رهيو آهي.

3ـ هڪ مخصوص حڪمت عملي هيٺ مرڪزي سرڪار جي اهم عهدن تان ايماندار، فرض شناس سنڌي آفيسرن کي هٽائي، نسل پرست تنظيمن جي طرفدارن کي سنڌ جي ڪوٽا جو بهانو بڻائي رکيو وڃي پيو.

4ـ سنڌ ۾ سنجيدگيءَ سان زرعي سڌارا آندا وڃن. ان لاءِ هيئن ڪجي ته وڏيون جاگيرداريون ختم ڪري، جاگيردارن کي بانڊ ڏنا وڃن جيڪي ويهن ورهين ڪان پوءِ مُتجي سگهجن، اوستائين ڪين ماهوار منافعو ڏنو وڃي ته جيئن هُو گذر سفر ڪري سگهن. اهي سرڪاري تحويل ۾ وَرتل زمينون هارين ۾ ورهايون وڃن ۽ انهن ڪان پنجن ڪان ڏهن وَرهين ۾ معاوضو وصول ڪري زمين جي اڳوڻن مالڪن کي ادائگيون ڪيو وڃن ته سنڌ معاشي بدحاليءَ مان ٻه نڪري ايندي.

اهو آهي منهنجي ۽ مشاهد جي وچ ۾ ملاقات جو تت.

ان ڪان پوءِ ٿيڻ ائين گهربو هيو ته جيڪڏهن چيئرمين يا ٻين عزت جي لائق دوستن کي منهنجي ۽ مشاهد حسين جي وچ ۾ ملاقات تي اعتراض هيو ته مون کي لکت ۾ نوٽس ڏيڻ ضروري هيو ۽ وضاحت طلب ڪرڻ ڪان پوءِ ايڏو سخت قدم کڻڻ گهرجي هَا. پر اهي هڙئي آئيني ۽ جمهوري ليڪا لتاڙيندي مون کي چيئرمين اخباري بيان وسيلي معطل ڪري ڇڏيو. ڇا اهو عمل جمهوري هيو جو پارٽيءَ جي وائيس چيئرمين خلاف ڪيس ٻُڌڻ ڪان سواءِ، چيئرمين غير آئيني ۽ آمرانه اختيار استعمال ڪري؟ ڇا ائين ته ڪونهي ته اسين سنڌ ۾ جمهوريت، قوم پرستيءَ ۽

روشن خياليءَ جا دعويٰ ڪندڙ ذهني ۽ روحاني طور آمرانه ۽ وڏيرڪي سوچ رکندڙ آهيون؟

هاڻي مان هن ايوان آڏو ڪجهه سوال رکڻ جي اجازت گهران ٿو، اهي سوال آهن ته:

1- ڇا ساڳئي مشاهد حسين سان چيئرمين ۽ ٻين ساٿين ملاقات ڪانه ڪئي آهي؟

2- ڇا ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جا ذميوار عهديدار سرڪاري/ نيم سرڪاري ادارن جا سربراهه ۽ ميمبر ڪونه آهن؟

3- ڇا سنڌ سرونٽس سوسائٽيءَ جي ميمبر هئڻ جي بهاني ۽ عُذر سان مختلف ميمبر صاحبان، بي نظير ڀٽو ۽ ٻين سياستدانن سان ملاقاتون ڪندا رَهيا آهن يا نه؟

4- ڇا اوهان کي ياد آهي ته گذريل سال جولاءِ ۾ مان، چيئرمين صاحب سان اعجاز قريشيءَ جي جاءِ تي پارٽيءَ کي فعال ڪرڻ لاءِ سيڙجي لاڙڪاڻي ڪان آيو هيس ته چيئرمين صاحب ۽ هڪ اڌ دوست، مسٽر احمد سولنگي جي دعوت ۾ هليا ويا.

5 - ڇا اهو سچ ناهي ته هاڻي به ڪجهه دوستن کي گورنر سنڌ جا دعوت ناما مليل آهن.

ڇا انهن مٿين سوالن کي پارٽيءَ جي اصولن جي لتاڙ ۽ ڀڃڪڙيءَ جي زمري ۾ نه ٿو آڻي سگهجي. آخر سوال آهي ته اها به اڪيائي ڇو اختيار ڪئي وئي آهي.

اصل ۾ هيئن آهي ته سنڌ سان ۽ سنڌي قوم سان محبت جون دعويدار ڌريون ۽ پارٽيون فڪري بحران جو شڪار آهن. جنهن ڪان اسان جي پارٽي به آجي ڪانهي. اجا به وضاحت ڪندي عرض ڪندس ته سنڌ سياسي ۽ سماجي فڪر جي شديد گهوٽالي مان گذري رَهي آهي. ماضيءَ ۾ اسان جا وڏڙا يعني جناب جي- ايم- سيد، خان عبدالغفار خان، شيخ عبدالمجيد سنڌي، قاضي فيض محمد، حيدر بخش جتوئي ۽ ٻيا صاحب واڳ ڌڻين سان ملندا هئا ته سنڌن نيت تي ڪو به شڪ شبهو ڪونه ڪندو هيو ته ڪنهن ڪلدار جي چَمڪ دهڪ تي وڪرو ٿيندا. مون کي ويجهڙائيءَ جي سانير ۾ به ملاقاتون ياد آهن جيڪي جناب جي-

ايمر- سيد، جنرل يحيٰ خان ۽ ذوالفقار علي ڀُٽي سان ڪيون هيون. پر اسان ڪڏهن به سندس نيت تي شڪ ڪونہ ڪيو هيو تہ سيد، سنڌ جو سودو ڪري ايندو. ڇو تہ اهي شخصيتون ۽ پارٽيون، اصولن ۽ آدرشن جي ويڙهاند ڪري رَهيون هيون. پر 70ع جي ڏهاڪي کان پوءِ فڪري بحران شروع ٿيو. جنهن ڪري سويت يونين جيڪو سامراج دشمن قوتن خلاف بين الاقوامي يا عالمي سياست ۾ وِهائو تارو هيو سو پنهنجي حڪمت عملي جو شڪار بڻيو. جنهن سبب سويت يونين ڊهي وڃي پَٽ پيو ۽ دنيا ۾ فڪري بحران وڏيڪ ڇو هو ٿيو تہ سوشلزمر جا خاتمو اچي ويو آهي. انهي صورتحال کان سنڌ بہ بچي نہ سگهي. ان لاءِ سيني قومر پرست، ترقي پسند تنظيمن ۾ ڀڃ ڊاهہ، بي اعتمادي، شڪ، وسوسي ۽ وهمر اچي واسو ڪيو. اهڙي ريت اسان سيني اهو محسوس ڪري ورتو آهي تہ سنڌ جو موجوده سماج جنهن جاگيردارانہ ڇڙواڳي ۽ دهشت گردي جي گهيري ۾ آهي ان کان ڇوٽڪاري کان سواءِ ٻيو دگ بہ ڪونهي. پر انهيءَ بدبودار سماج کي ڊاهڻ ۽ نئين سماج جي اڏاوت لاءِ سهپ، رواداري ۽ جمهوري اصولن جي پنيرائي ۽ پاسخاطري ڪرڻي آهي، ان جي برعڪس قومر پرست گروهہ ۽ ڌريون بہ جاگيردارانہ روشن جو شڪار آهن. اهو هيئن آهي تہ پارٽيءَ ۾ هڪ ڏاڍو مڙس ۽ ڪنهن بہ شخص سان مان تہ اُن کان ڪو بہ پڇڻ وارو ڪونهي. ڇو تہ اهو فرد چيف جي حيثيت رکي ٿو. پر جيڪڏهن اسان جهڙو قومي ڪارڪن ڪنهن سان بہ ملندو ۽ ڪنهن چڱي ڪارج لاءِ وک کڻندو تہ اهو آڏي پڇا ۽ جرح جو نشانو ٿيندو. مان انهيءَ بہ طرفي ۽ ٻِٽي معيار جو نشانو بڻايو ويو آهيان.

دوستو!

مان قومي سٿ جي انهيءَ قافلي جو فرد آهيان، جنهن ڪڏهن بہ پنهنجي 30 ورهين جي قومي جدوجهد جي سفر ۾ ڪنهن بہ اهڙي ڪَاري وهنوار ۽ ويساهہ گهاتيءَ ۾ حصو نہ وَرتو آهي جنهن ڪري ضمير تي بار محسوس ڪيان. ان ڪري پنهنجي عزت ۽ مَان کي سون متائڻ واري تارازيءَ ۾ ڪونہ رکيو آهي. ڪنهن جي بہ دَر تي ڪشتو کڻي خيرات وٺڻ ۽ ٺٺ ٺانگر ۽ دابي ڪلچر جي پوئواري ڪرڻ کان وڏيڪ وِت ۽ وس آهر سنڌ واسين جي خدمت ڪرڻ ۾ خوشيءَ ۽ راحت محسوس ڪئي

آهي. منهنجو انهي ڳالهه ۾ پڪو پختو ويساهه آهي ته سنڌ جو مقدمو وڙهڻ جو هر ڪنهن کي حق آهي. ان ۾ ڪوبه فرد غداري ۽ ويساهه گهاتي ڪري ٿو ته اُن کي آڏي پڇا جو حق اوهان سيني سوڌو سڄي سنڌ کي آهي. مون کي ڪڏهن افسوس نه رَهندو ته سنڌ جي ماڻهن جي ڏکن، سورن، اهنجن ۽ ايذائن کي اقتدار جي ايوان ۾ رکڻ کان وٺي هِن ايوان ۾ رکڻ سان ڪنهن عتاب هيٺ ايندس. ڇو ته سياست جي هن ڏکي سفر ۾ مان جهڙو قومي ڪارڪن دودو ٻڌجڻ کي ترجيح ڏيندو، نه چنيسر ٿيڻ پسند ڪندس.

مان آخر ۾ عرض ڪندس ته جمهوريت جي دعويٰ ڪرڻ سان جمهوريت ۽ ڇوتڪارو ڪونه ايندا آهن. پر عمل ڪرڻ سان اهو ڪارج لاڳاپيل آهي.

اوهان سيني جي مهرباني

امان الله شيخ
سنڌ ڊيموڪريٽڪ پارٽي

سنڌ ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي سينٽرل ڪاميٽيءَ جي
اجلاس ۾ 27-6-1999ع ۾ دفاع ۾ ڪيل تقرير جو تتُ



پنهنجي دور ۾ امان الله شيخ سنڌ جي شاگرد قومي سياست جو روح رواں بڻيل هو. ٽاٽي ڪلچر جا سڀ ايذاءَ سنڌ سان سنڌس سپوتن کي توڙي نه سگهيا، نه بدزمانه پوليس ڪاموري ايس پي پنچيل امان الله شيخ کي جهڪائڻ واسطي ٽاٽي ڪلچر ۾ ايذائن جا ڪيترا نوان طريقا ايجاد ڪري ان تي آزمايا پر هو هر حال ۾ اڏول رهيو. سنڌس اهو اڏولتا آئنده جي سنڌ ۾ ڪيس جانباز ورڪر جي حيثيت ۾ وٺي آئي. سنڌس شخصيت جو ڌيرج ۽ فهم ان جانبازيءَ سان سلهاڙجي سنڌ جي قومي سياست ۾ ڪميٽيڊ روپ اختيار ڪري ورتو.

امان الله شيخ هر سياسي محاذ تي سنڌ جي ڀلي لاءِ هر وقت اونو رکيو آهي. سنڌ جي ڀلي لاءِ جيڪو به سياسي عمل شروع ٿيو آهي، اتي هُن پاڻ کي هر اول دستي ۾ شامل رکيو آهي.

بدقسمتيءَ سان سنڌ جي سياسي وايومنڊل ۾ ڪنهن به مضبوط پارٽيءَ جي نه اڀرڻ ڪري ڪيترن سچارن سياسي ورڪرن جي خدمتن جو لاڀ ڪامياٻين جي صورت ۾ هن قوم کي نه ملي سگهيو آهي. تنهن هوندي به دشمن جنهن حرفت ۽ عياريءَ سان سنڌي قوم جي تباهه ڪاريءَ جا هر وقت سامان تيار ڪندو رهيو آهي، اهڙي سمي انهن سچارن ورڪرن جون اڪيلون سيريون انفرادي يا اجتماعي ڪوششون دشمن جي سرگرمين لاءِ بند ٻڌنديون رهيون آهن.

سنڌ جي لاءِ هڪ مضبوط سياسي پارٽيءَ جي ضرورت تڪميل جي گهرجائو آهي ۽ اها جڏهن به سامهون آئي ته پڪ سان امان الله شيخ جهڙن سچارن قومي ورڪرن جون خدمتون ان ۾ پيش پيش هونديون.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هــر دور جــي نوجــوانن کــي اُداس، لُڙهنــدَڙ، ڪَڙهنــدڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻُ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا

ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو ته پَڪَ ڄاڻو ته اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڑهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ ڪان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهه ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم ـ گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان به پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪي جو بيجل بوليو)